ڪتاب جو نالو: اڪيلائيءَ جو ڪئنواس
موضوع: نثري نظم
شاعر: رحمت الله پيرازو
تعداد: هڪ هزار
ڇپجڻ جي تاريخ: جنوري 2014
ڇاپار: نئون نياپو اڪيڊمي،
C-4 سچل ڳوٺ گلشن اقبال ٽائون ڪراچي
Cell # 0346-2103811

Rs. 100=

ارپنا

آنءُ پنهنجو هي ڪتاب

سنڌي ٻوليءَ جي ذهين شاعر ۽ ڪهاڻيڪار

**سائين مدد علي سنڌيءَ**

جي نانءِ ڪيان ٿو

جيڪو ڏُنڌ ۾ ويڙهيل آسمان جي

انهن ستارن منجهان آهي،

جڏهن ڏُنڌ هٽندو ته

وقت سندن اهميت پاڻ طئي ڪندو.

**رحمت پيرزادو**

# پبلشر جو نوٽ

*شاعريءَ* جا ڪتاب اڳ تہ ڇپائڻ ۽ ڪپائڻ ڏاڍا ڏکيا لڳندا هئا، پر هاڻ جيئن جيئن وقت ڪٿان ڪان ڪٿي پهچو آهي تہ جڻ ان اسان کي بہ سيکاري ڇڏيو آهي تہ شاعري ئي تہ ادب جو بڻ آهي ۽ جي بڻ کان بيزاري سان ڦل ڇگهو نہ ملندو...

ان سوچ ويچار ڪانپوءِ اسان بہ ڪوڙ سارا شاعريءَ جا ڪتاب پڌرا ڪيا آهن ... ۽ اهو تجربو اسان لاءِ اتساهيندڙ آهي.

۽ هي ڪتاب آهي سدائين مُرڪندڙ ۽ ڪِلندڙ دوست رحمت الله پيرزادي جو جنهن جو هن ڪان اڳ بہ نئون نياپو هڪ ڪتاب: "خمار گيت ۽ چانڊني" پڌرو ڪري چڪو آهي...

۽ ڪو بہ ادارو ڪنهن بہ ليکڪ/شاعر/ڪهاڻيڪار جو پيو ڪتاب تڏهن ئي پڌرو ڪندو آهي جڏهن ڪيس سندس پهرين ڪتاب جي موٽ چڱي ملي هوندي آهي....

"خمار گيت ۽ چانڊني" کي پڙهندڙن، جهڙي پيار ۽ پاٻوهہ مان پنهنجو ڪيو اسان ان کي سامهون رکندي هي ڪتاب: "اڪيلائيءَ جو ڪئنواس" پڻ پڌرو ڪري رهيا آهيون.

اوهان جو دوست
انعام عباسي

مهاڳ

# اڄ جو دور ۽ "اڪيلائيءَ جو ڪئنواس"

*اڄڪلهه* جي آئي ٽي ريوولوشن (ڪمپيوٽر انقلاب) جي دؤر ۾ شاعريءَ جو ڪارج ڪهڙو آهي. ۽ خاص طور تي سنڌي ادب ۾ شاعريءَ لاءِ گنجائش ڪيتري آهي. اهو سوال هر لکندڙ ۽ هر پڙهندڙ جي آڏو ورائي ورائي اٿي بيهي ٿو.

سنڌ جو معاشرو اڃا تائين به شهري زندگي ۽ ڳوٺاڻي زندگي واري ويڇي کي ختم ڪري يا گهٽائي نه سگهيو آهي. معاشري ۾ جيئرو رهڻ لاءِ ۽ روزاني ضرورتون پوريون ڪرڻ لاءِ هر ماڻهو معاشي جڪڙ ۾ ڦاسندو ٿو وڃي ۽ ان مان نڪري نه ٿو سگهي..... اهو معاشي دَباءُ سياسي سيٽ اپ جو پيدا ڪيل آهي ۽ هر ماڻهو ٻيوسيءَ مان ان جي آڏو گوڏا کوڙي ٿو. شاعر به شاعريءَ سان دلچسپي رکندڙ (پڙهندڙ) به ان دٻاءَ جو شڪار آهي. اهو معاشي ۽ معاشرتي دٻاءُ ادب ۽ ٻوليءَ لاءِ هاڃيڪار به آهي ۽ ساڳئي وقت چئلينج به آهي.

نثري نظم جو گهاڙيٽو عالمي ادب ۾ ۽ سنڌي ادب ۾ ان اندروني دٻاءَ جي لازمي نتيجي طور سامهون آيو. سنڌي اديب ۽ شاعر جو ٻوليءَ لاءِ اهو وڏي ۾ وڏو جهاد آهي ته هو ممڪن حد تائين نج ٻوليءَ ۾ جديد معاشي ۽ معاشرتي دٻاءَ واري ماحول ۾ پنهنجن جذبن، احساسن، خيالن کي شاعريءَ جو روپ ڏيندو رهي.

اسان (سنڌي اديب) اجا تائين سياسي طور PRE_OCCOPIED آهيون ۽ علمي ميدان ۾ نہ هئڻ جو GUILT برداشت ڪندا رهيا آهيون ۽ ADVENTURIST ۽ موقعي پرست سياسي ماڻهن جو (جيڪي پنهنجي شعبي ۾ نااهل ثابت ٿيا آهن) نشانو بڻجندا رهيا آهيون.

اهڙي ماحول ۾ تڏهن بہ شاعري ڪندو رهڻ واقعي هڪ ڪمال آهي ۽ سنڌي ماڻهن جو حقيقي يَر جَهلو سياسي ڏرَ نہ پر ادبي ڏرَ رهي آهي.

اسان کي اهڙن شاعرن تي فخر هئڻ گهرجي ۽ رحمت الله پيرزادي جو نالو بہ اهڙن ٻولي ۽ ادب جي يَر جَهلن ۾ ڪٽي سگهي ٿو.

هن ڪتاب ۾ شامل نظم "زمين جي خاموش حصي جا رهاڪو" منهنجي مٿي ڪيل ڳالهہ جي دليل طور پيش ڪري سگهجي ٿو.

"مگر ها! اسان جو
اهو روز جو قتل عام بہ
زمين جي تختي تان
اسان جي تهذيب کي
ميساري نہ سگهيو آهي
ڇو تہ اسين زمين جي خاموش حصي
جا اصل رهاڪو آهيون"

هي نظم سڄي دنيا جي INDIGENIOUS (اصل رهاڪن) ماڻهن جو ترجمان آهي ۽ ڪنهن بہ سطحي نعريبازيءَ جو شڪار نہ ٿيو آهي.

سندس ٻيو نظم "داستان مان ٻاهر نڪتل گهوڙو" سنڌي سماج جي سياسي ٺيڪيدارن تي هڪ حقيقت پسنداڻي STATEMENT آهي.

"مگر سڀ کان بهتر آهي تہ
اسان پنهنجي مستقبل جا بنياد
خوابن بجاءِ حقيقت تي رکون
ڇو تہ
خوابن جي ناهيل مستقبلُ
۽ داستان سان نڪتل گهوڙو
ڪڏهن بہ
خوشحالي ۽ امن طرف سفر ناهن ڪندا"
نظم "سنڌ جو سوال" پڻ سوچڻ جي دعوت ڏئي ٿو.

هن جي هڪ ٻئي نظم ۾ جنهن جو عنوان آهي "گوتم ٻڌ وارو سڪون" پڻ شاعر جي موقف جو اظهار اهي.

مٿي ذڪر ڪيل نظمن کان پوءِ، سڄو ڪتاب هڪ نفيس احساس جي ريڪارڊنگ آهي. اهڙي ريڪارڊنگ جيڪا پڙهندڙ کي معاشي ۽ معاشرتي دٻاءَ واري زنجير جي جڪڙ کي ڪجهه ڍرو ڪري ٿي ۽ ميڊيٽيشن (مراقبي) وانگر گوتم ٻڌ واري سڪون طرف وٺي وڃي ٿي.

نظم "سپنو" پڙهندڙ کي ان لمحي ۾ وٺي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿئي ٿو جنهن لمحي کي نظم بيان ڪري ٿو.

نظم "رش" ۾ ZOOM OUT اثر ڪاميابيءَ سان ڪم آندل آهي.

نظم "ڪاغذ جون ٻيڙيون" جديد تشبيهه جو سٺو نمونو آهي.

نظم "تمغا" صرف سنڌي ادب جي ڪيفيت کي ظاهر ڪري ٿو.

رحمت الله پنهنجي مطالعي کي ٻه پڙهندڙن سان شيئر ڪري ٿو ۽ پنهنجي نظمن وسيلي ڪجهه ڪردار متعارف ڪرائي ٿو اهي نظم انهن ڪردارن لاءِ ٽريبوٽ Tribute پڻ آهن.

جيئن

نظم "چو نه پوءِ مان......" ۾ صادق هدايت ۽ "جَون آف آرڪ" جو ڪردار ۽ نظم "پنج هزار سال پراڻو گهاءُ" هڪ ورجايل احساس کي نواڻ ۾ تبديل ڪري ٿو. نثري نظم لکندڙ هر شاعر لاءِ هڪ چئلنج هوندي آهي ته هو ان غير محسوس لڪير کي ڌيان ۾ رکي جنهن کي اورانگهڻ سان شاعري Statement ۾ تبديل ٿي وڃي ٿي.

رحمت الله جا ڪجهه نظم جيڪي تعداد ۾ تمام ٿورا آهن، مون کي اها لڪير اورانگهيندي محسوس ٿيا آهن. جيئن،

"خوشبوءَ جي نابينائي"، "مسيحي گيت"، "مرڻ تي وڌل پابندي"، "پاڳل جو پهريون جملو"، "نيٺ ڇا ڪجي"، "منهنجو پٽ روحل" "Pornography" مجموعي طور هي رحمت الله جو هڪ ڪامياب سفر آهي ۽ Media جي حملن آڏو ٻوليءَ جو مضبوط دفاع آهي.

**شاهه محمد پيرزادو**

# شاعري خانہ بدوش ڇوڪري آهي!

اُردوءَ جو ناميارو اديب اصغر نديم سيد لکي ٿو: "جيڪي ماڻهو نثري نظم کي شاعري نہ ٿا مڃين، اُهي حق تي آهن. انهن جي مجبوري آهي، ڇو تہ اُهي اهڙي تجربي مان گُذريائي ناهن، جيڪو نثري نظم جو سبب بڻجندو آهي."

نثري نظم احساس ۽ تصور جو ميلاپُ آهي، جنهن مان خيال جِي حيرت جنم وٺي ٿي، ۽ ائين خيال جي نئين جوهر مان تجربن جِي حقيقت جُڙي ٿِي.

سنڌي ادب ۾ شيخ اياز ۽ مدد علي سنڌيءَ کان ڊاڪٽر ادل سومري ۽ آسي زمينيءَ تائين نثري نظم شاندارُ سفرُ ڪيو آهي. ان کان پوءِ مصطفيٰ ارباب، حسن مجتبيٰ، زاهد دارا، امتياز ابڙو امر سنڌو اسحاق سميجو روبينہ ابڙو مصطفيٰ نانگراج، پشپاولڀ، جان خاصخيلي، چندر ڪيسواڻي، بادل، آدرش، محمد علي پناڻ، امر اقبال، اڪبر مصطفيٰ سومرو حبيب ساجد، پارس حميد، ڊاڪٽر رسول ميمڻ، طارق عالم، احمد آزاد، علي حسن چانڊيو شاهہ محمد پيرزادو رفيق سيال، فراق هاليپوٽو شاهد حميد، امداد سولنگي، ماهين هيسباڻي، راشد بروهي، انور ڪاڪا، ضياء شاهہ، علي اظهار ارشاد ڪاظمي، منور سراج، ممتاز عباسي، ۽ ٻيا نثري نظم جا مڃيل شاعر ڳڻيا وڃن ٿا. رحمت پيرزادو بہ ان تسلسل جو خوبصورت حصو آهي.

رحمت پيرزادي جا نثري نظم صرف جذباتي ۽ احساساتي روين جو اظهارُ نہ آهن، پر اُنهن ۾ سماجي، تهذيبي ۽ تاريخي حوالن جو تسلسل پڻ آهي. انهن جي علامتن ۾ زمان ۽ مڪان، ماضي ۽ حال جا عڪس آهن. سندس اڪثر نظمن ۾ قديم ۽ جديد سماجي علم (Cross Breeding of Language) آهي، جيڪو سنڌي ٻوليءَ جي گهٽ شاعرن وٽ آهي. رحمت وٽ بيان جو جيڪو ريشمي اندازُ آهي، اُن ۾ فڪر جي روشني بہ شامل آهي. جيڪا هڪ تخليق کي هر دؤر ۾ ساهہ کڻائيندي آهي. هِي نظم پڙهِي توهان سوچيو تہ ڇا اِها تخليق ڪنهن جو اندرُ چيري فڪر جي روشني ساڻ کڻي نہ نڪتِي آهي.

"درد جو موهن دڙو"
هن کي ماريو
ڏڪايو پچايو
چريو چئو
ڌمڪايو ڌڪ هڻو
گولي هڻو
هو پاگل آهي!
ديوانو آهي!!
ڪافر آهي!!!
هو چوي ٿو تہ:
درد جو موهن دڙو
ٻيهر تعمير ٿيڻ ٿو چاهي.

اعليٰ شاعريءَ جو اهو بہ هڪ ڪمالُ آهي تہ اُها گهٽ لفظن ۾ گهڻو ڪُجهہ بيان ڪري سگهي، ايترو ڪُجهہ جيڪو ڪتي بہ نہ کُٽي، دل ۾ مسلسل ۽ متحرڪ رهي. ٿورڙن لفظن ۾ رحمت جو هِي نظم درد جو اهڙو سفر آهي، جيڪو مسلسل دل ۾ جاري آهي، ڪٿي بہ رُڪڻ جو نالو نہ ٿو وٺي، دل ۾ اڪيون لڳاتار ان جي پوڳنا ۾ آلي مِٽيءَ جيان ڳوهجنديون رهن ٿيون.

"لاش جو سفر نامو"
هُن جا لڙڪ
ان جي لاءِ بہ
وڏيڪ ڳسارا هئا
جو انهن ۾

نہ مري سگهندڙ
ماڻهوءَ جي لاش جو
سفرنامو هُئو!

ڪا ڪا شاعري ڪڏهن هلڪي ڇُهنبڙي تي لڳندي آهي ۽ ڪا ڪا شاعري وجود ۾ ڀونچال آڻي ڇڏيندي آهي ۽ پوءِ فڪري مانار جو موت ٿيندو آهي. اُها شاعري ئي سماج ۾ اُٿل پُٿل جو ڪارڻ بڻجندي آهي. "سنڌ جو سوال" رحمت جو اُهو نظم آهي، جنهن ۾ سوين سوال سمايل آهن. اهو نظم نہ صرف وجود ۾ زلزلو ٿو آڻي پر اهو تاريخ جي گهٽين ڪي بہ گهُوماڻي ڏياري ٿو ڇڏي. پنهنجي ديس جي اهڙي درد جو اظهارُ اچوڪي سنڌي شاعريءَ ۾ فڪر جو معراج آهي. جيڪو ڪنهن ڪنهن شاعر کي ئي نصيب ٿيندو آهي.

"سنڌ جو سوال"
ٻنهي پاسي وڏن وڻن سان
ڍڪيل سوڙهو ڪچو رستو
رستي جي ٻرسان ٻٽل لوڙهي جا ڍنگرَ!
آڳنڌ ڇڻيل پنن سان لَٽيل،
جنهن ۾ ٻڪرين ٻَڏڻ جون ٺلهيون ڪليون!
جهوپڙيءَ جو سوڙهو دَرُ
جنهن مان اندر ويڃڻ لاءِ
نِوڙي ويٺو ٿي پيو!
اندر مَنهن جو پڳل پيجر،
۽ ڇنل ڇت هيٺ لڙڪيل!
مَکيُن سان جهينگاڙيل هيٺ سُتل ست ٻار
اَڌُ ڇڳل کَٿَ، ميريون رليون،
تن تي اٺون ٻارُ پيٽ ۾ رکي سُتل عورت!
اِها سنڌ جِي موجوده حالت آهي!!
منهنجو سوال صرف اهو آهي تہ:
"ڇا پيٽ ۾ پلجندڙ اهو اٺون ٻار
پائليٽ ٿيڻ جو خُواب ڏسي سگهي ٿو؟؟"

رحمت وٽ جماليات بہ ڪمال درجي جِي آهي، سندس شاعري حُسن جي هُڳاءَ سان مهڪيل آهي، جنهن کي پڙهڻ سان "حُسن جو مهورت" ٿئي ٿو.

"حُسن جو مهورت"
چنڊ جڻ مِٽي پاٽيءَ جو ٽڏو ٽلاءُ اهي!
.... ۽ مان اُجايل مُسافر آهيان!
ستارا پرينءَ جون اکيون آهن!
.... ۽ پَتر جي ولين ۾ پيلا گُل ڦُٽا آهن!
سموري فطرت ۾ خمار آهي،
مگر آئون انهن کان معذرت ٿو گهُران!
ڇو ته مون کي ڪنهن جو انتظار آهي
جيڪا نئين صبح جي تمثيل جهڙي
حَسين ڇوڪري آهي!
آئون هن لاءِ ان ڪري به ڪجهه
وڏيڪ نه ٿو چئي سگهان ته:
هُوءَ مُکڙين جي ڪُنوارپ ۾ لڪل آهي!
۽ اڃا هن جي حُسن جو
مهورت به ناهي ٿيو!!

مٿئين نظم ۾ چنڊ کي مِٽي پاٽيءَ جو ٽڏو ٽلاءُ ۽ ستارن کي پرينءَ جون اکيون چوڻ سان فطرت خمار ۾ ويڙهي ٿي وڃي، ڪائنات رقص ڪرڻ ٿي لڳي. ۽ ڇئو ڏسائن ۾ "حسن جو مهورت" ٿئي ٿو.

"هُوءَ مُکڙين جي ڪنوارپ ۾ لڪل آهي.
۽ اڃا هن جي حُسن جو
مهورت به ناهي ٿيو!!"

اِهي سٺون حُسن جي تخليق آهن، جنهن کي شاعري سڏجي ٿو.

شيخ اياز لکي ٿو: "حُسن جي تخليق خُدا جي صفت آهي، جي شاعرُ اها پاڻ ۾ پيدا ڪري سگهي ته ڪيس بيو ڇا گهُرجي."

رحمت پيرزادو حُسن جي تخليق ڪرڻ واري صفت ماڻي چڪو آهي، ان ڪري هُو پنهنجي شاعريءَ ۾ اهڙي جماليات جو آبِ حيات دريافت ڪري چڪو آهي، جيڪو سندس شاعريءَ کي فنا ٿيڻ کان بچائيندو رهندو.

اسان جي سماج جي ڪُڏين روايتن جيڪو زهر ڦهلايو آهي، اهو سماج جي رڳن کي آهستي آهستي ناڪاره ڪري رهيو آهي. پيار جهڙي فطري جذبي کي اجائي انا جي آڙاهه ۾ ساڙيو وڃي ٿو. اِها "نه ختم ٿيندڙ باهه" انيڪ

جانيون پسمر ڪري ڇُڪي آهي. رحمت جي نظم "سنهڙي ڇيچ ۾ موت جو ڇلو" ۾ اهڙين رسمن جو عڪس اهي:

"........ٻيو نڪاءُ ٿيو:
جنهن جا پڙاڏا حويليءَ جي
پڪين ديوارن کي ٿوڙي
محبوب جي قدمن ۾ اچي ڪِريا:
........ ۽ الماڙيءَ ۾ رکيل
محبت جي خطن ۾
نہ ختم ٿيندڙ باهہ لڳي وئي!!"

حُسن، تصور جو روشن حصو آهي، جنهن جو اولڙو جنهن بہ شئي تي پوندو آهي، اُن کي خوبصورت بڻائي ڇڏيندو آهي. حُسن، تخيل جي روشني آهي، نہ ڪي روشنيءَ جو تخيلُ. تڏهن ئي چيو ويندو آهي تہ "حُسن ڏسڻ واري جي اکين ۾ هوندو آهي." سعيد ميمڻ جون سِٽون آهن:

تون منهنجي تخيل ۾ سُهڻي لڳين ٿي،
حقيقت ۾ ايڏي تون سُهڻي نہ آهين.

رحمت جو نظم "حُسن جو تفسير" اهڙو خوبصورت تخيلاتي نظم آهي، جنهن کي پڙهڻ سان تصورُ حَسين ٿي وڃي ٿو ۽ تخيل جي حُسن کي مِٽو پوي ٿو.

"تون ڪيتري بہ حَسين هُجين
منهنجي نظمن کان
اڳتي نہ ٿي وڃين سگهين!
تون ايتري حَسين هوندينءَ
جو مان توکي ڏِسي
ڪِري پوان ۽
بنا ڦتڪڻ جي مري وڃان!
اهو ممڪن آهي مگر
منهنجا نظم
دور ڪنهن حسين تصوراتي جزيري تي
تُنهنجي حُسن جو اهو تفسير آهن
جن کي هاڻ
تُنهنجي حُسن جي بہ ضرورت
نہ رهي آهي!!"

دنيا ۾ جتي هر حوالي سان اڻ برابري ۽ نااانصافيءَ جي اونده ڦهلجي رهي آهي، جيڪا دِلين کي ڪاراڻ جي طوفان ۾ ڏڪي رهي آهي، اُتي اها اڻ برابري ادب جي دنيا ۾ به ڪاهي پئي آهي. سنڌي ادب ۾ ته شروع کان ئي لابيون ۽ گروپ بنديون آهن، پر عالمي ادب جي حوالي سان به ادبي اسٽيبلشمينٽ اڻ برابريءَ جو ڪارو دونهون ڦهلائي رهي آهي ته جيئن اکيون ڪولٽيون نه پون. پر انهن کي ڪهڙي خبر ته "شاعري ست آسمان به ٽپي وندي آهي." رحمت جو نظم "ٽين دنيا" هڪ اهڙو تخليقي احتجاج آهي، جيڪو ادبي اسٽيبلشمينٽ جا بنياد لوڏي سگهي ٿو.

"شاعري اها خانه بدوش ڇوڪري آهي
جيڪا ڪنهن به جاءِ تي
ناهي هوندي!
اُها ڪڏهن ته ڏگهي سجدي ۾
ست آسمان ٽپي ويندي آهي!
ڪڏهن اُگهاڙي ٿي
وڏو ٺهڪ ڏئي
ڪِلڻ جو فَنُ به ڄاڻندِي آهي!!
يا ته ڄاڳڻ لاءِ
اکين کولڻ جي ضرورت ناهي،
يا ته ٽين دنيا ۾ ڪو شاعر ناهي!!"

تخليق جي طاقت کي ڪابه شيءِ روڪي نه ٿي سگهي. ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته نقادَ اونداهيءَ جي غار مان ٻاهر نڪري اچي "تخليق جي سچ" کي ڏِسن، جيڪو اکين کي حُسن ۽ توانائي بخشي رهيو آهي.

ذات جي اُگهاڙپ جي حوالي سان اوڪتاويو پاز جو نظم آهي:

"منهنجا هَٿَ ذات جي پردن کي کولن ٿا
۽ توکي وڌيڪ اُگهاڙپ ۾ ويڙهي ڇڏن ٿا
تنهنجي جسم جي حصن کي
بي پرده ڪرڻ ۾
منهنجا هت
تنهنجي بدن لاءِ
هڪ ٻيو بدن ايجاد ڪن ٿا."

ساڳئي فڪري تناظر ۾ رحمت جو نظم "اُگهاڙپ جو نغمو" به

آهي.

رحمت جو نظم "زمين جي خاموش حصي جا رهاڪو" ۾ انساني تهذيب جو اُونهو اپياس، زمين سان محبت ۽ تهذيبي روايت جو اظهار آهي.

ان ڪان علاوه سندس ٻيا نظم بہ ڏاڍا تخليقي ۽ ڇُهندڙ آهن، جن ۾ بي مثال فڪرِي گهرائي، خيال جي نُدرت ۽ جذبن جي سچائي آهي.

نورالهديٰ شاھ جو نظم آهي:

"بہ نيڪا ڪڍي
صليب ناهي
پنهنجو پاڻ ٽنگي ڇڏيان
جي ڏک سيئي لکي نہ سگهان."

رحمت جو نظم آهي:

"جيڪو لکيوسين
اُهو شاعري
بڻجي ويو،
۽ جيڪو
نہ لکي سگهياسين
اُهو درد."

ماڻهوءَ جي وجود جي پوڳنا جڏهن تخليق جو روپُ وٺي ٿي، تڏهن اُها آرٽ جو شاهڪار نمونو ٿي پئي ٿي ۽ جيڪا پوڳنا تخليق جو روپُ نہ ٿي وٺي سگهي، اُها درد بڻجي ڪائينڊي ٿي رهي.

منهنجي دُعا آهي تہ رحمت پيرزادي جي پوڳنا شاعري بڻجندي رهي. خُدا ڪيس درد جي اُڏوهيءَ ڪان بَچائي، تخليق جو حُسن عطا ڪري، آمين.

**عبدالرسول نگي**

# رحمت پيرزادي جي شخصيت ۽ شاعري

رحمت الله جڏهن پنهنجي ڪتاب "اڪيلائيءَ جو ڪينواس" تي لکڻ لاءِ چيو تہ مون حيران ٿيندي هن کان پڇيو تہ "مان! توهان جي نئين ڪتاب تي ڪجهہ لکان!؟" ڇو جو نہ مان ڪا وڏي شاعره آهيان ۽ نہ وري صاحبِ ڪتاب شاعرن ۾ منهنجو شمار ٿئي ٿو. "اڪيلائيءَ جو ڪينوارس" تي شاهہ محمد پيرزادي جهڙي پلوڙ شاعر جي مهاڳ ۽ نئين ٿهيءَ جي منفرد, جديد ۽ بهترين شاعر حبدار سولنگي جي مضمون هوندي پلا منهنجي لکڻي ڪهڙي اهميت رکندي. بهرحال رحمت الله جي خواهش مطابق پاڻ ۾ ٿوري همت پيدا ڪيم ۽ خود کي هن ڪتاب تي ڪجهہ صفحا لکڻ لاءِ تيار ڪيم.

رحمت جي شاعريءَ جو پهريون ڪتاب "ڪليسا جي دريءَ مان" 2005ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو ٻيو ڪتاب "ڪينڊل لائٽ" 2009ع ۾ ڇپيو ( اهو ڪتاب پڻ نثري نظمن تي مشتمل آهي.) رحمت جو ٽيون ڪتاب 2012ع ۾ "خمار گيت, چاندني" جي نالي سان ڇپجي پڌرو ٿيو. "اڪيلائيءَ جو ڪينواس" سندس شاعريءَ جو چوٿون ۽ نثري نظمن جو ٻيو ڪتاب آهي. رحمت جي شاعري جڏهن مان پڙهان ٿي تہ جيڪا ڳالهہ سڀ کان وڌيڪ واضح طور تي محسوس ڪجي ٿي اُها آهي هن جي پنهنجي ذات (شخصيت), هن جي حساسيت ۽ زندگي کي ڏسڻ جو اهو خاص انداز جيڪو هن جي شاعريءَ جي چئني ڪتابن ۾ موجود آهي.

رحمت الله سان هوندئن تہ منهنجي لوميرج آهي. پر هو منهنجي سڳي

مامي مير محمد پيرزادي جو پٽ آهي. ان رشتي سان اسان جو ننڍپڻ ۽ جواني ڇڻ تہ گڏ گذري. اسان ٻنهي، کي جنهن شيءِ هڪ ٻئي جي ويجهو ڪيو اهو علم ۽ ادب سان لڳاءُ هو. رحمت جي زندگي ۾ شامل ٿيڻ کان پوءِ هن جي شخصيت جي جيڪا وصف مون سيني کان واضح ڏٺي، اها آهي سوچ جو مثبت رويو. رحمت زندگيءَ جي هر عمل ۾ مثبت ۽ سنئو سوچيندو آهي. حالتون ڪيڏيون بہ ناسازگار هجن، اسان ڪيڏا بہ ڏکيا ۽ مشڪل ۾ چو نہ هجون هو هميشہ ائين چوندو آهي تہ "انشاالله سڀ بهتر ٿي ويندو." مون ڏکي کان ڏکي وقت ۾ بہ هن کي مثبت سوچيندي ڏٺو آهي. مون هن کيس ڪڏهن بہ ڪمزور ٿيندي نہ ڏٺو آهي. سواءِ ٻن واقعن جي جڏهن اسان کي پهرئين ڏيءَ ڄائي ۽ اُها بہ ڏينهن هن دنيا ۾ رهڻ کان پوءِ گذاري وئي ۽ ٻيو جڏهن 2012ع ۾ اسان کي پٽ ڄائو ۽ اهو بہ ٻن ڏينهن کان پوءِ گذاري ويو. انهن ٻنهي واقعن تي مون رحمت کي ڪمزور ٿيندي ۽ روئندي ڏٺو. سونو جيڪو اسان جو اڪيلو اولاد آهي ان سان رحمت جو لڳاءُ عشق جي حدن کان بہ اڳتي جو آهي ۽ هو ائين چوندو آهي تہ سونوءَ سان مان تنهي ٻارن جيترو پيار ڪيان ٿو.

ٻار کان پوءِ رحمت جي زندگي ۾ جنهن شخصيت کي سڀ کان وڌيڪ اهميت حاصل آهي اهو آهي سندس والد مير محمد پيرزادو. اسان سڀ پنهنجي والدين سان پيار ڪندا آهيون پر جيڪو پيار، عزت ۽ احترام، عقيدت عشق ۽ عبادت تائين مون هن کي پنهنجي والد سان ڪندي ڏٺي آهي، ان جو مثال نہ آهي. جيستائين منهنجو تعلق آهي تہ جيترو پيار، عزت ۽ احترام مون کي رحمت کان مليو آهي، مان سچ تہ پاڻ کي هڪ خوش قسمت عورت سمجهان ٿي. رحمت جي هوندي مون کي ڪڏهن بہ اڪيلائپ جو احساس نہ ٿيو آهي ۽ نہ ئي ڪنهن دوست جي ضرورت محسوس ٿي آهي. مان سمجهان ٿي تہ هڪ ڪامياب شادي شده زندگي گهارڻ لاءِ پيار ۽ محبت سان گڏوگڏ دوستي هجڻ تمام ضروري آهي. چو تہ جيڪا ڳالهہ توهان پنهنجي دوست سان شيئر ڪري سگهو ٿا اها پنهنجي زال يا گهر جي ڪنهن بہ ٻئي ڀاتيءَ سان نٿا ڪري سگهو. اهو ئي سبب آهي جو دوستي جي مضبوط رشتي جي ڪري رحمت مون سان پنهنجي هر ڳالهہ شيئر ڪندو آهي. ان حد تائين جو جي هِن کي ڪا خوبصورت ڇوڪري وڻي ويندي آهي تہ هو ان جو ذڪر پڻ سڀ کان پهريان مون سان ڪري کلندو آهي ۽ مان هن کي چوندي آهيان تہ "تون پنهنجن نون نون انفيئرز جا قصا بہ مون کي ٻڌائين ٿو؟" هو هميشہ مون کي جواب ڏيندو آهي تہ "تون صرف منهنجي زال نہ پر منهنجي

دوست بہ آهين.”

رحمت کي مون هڪ جاکوڙي ڪردار طور ڏٺو اهي. هو تمام گهڻي محنت ڪندو آهي، اُها سندس ملازمت هجي يا پڙهائي. اُهوئي سبب آهي جو هو هڪڙي ئي وقت ۾ ايترا گهڻا ڪمَ ڪندو آهي. هو N.P.I.W ۾ انجينئر آهي، سنڌ ٽي. وي نيٽ ورڪ تان سندس ڊائريڪشن ۾ پروگرام ”رچنا“ هلندو آهي. ان کان علاوه هو پي. ٽي. وي تي ماهين هيسباڻيءَ جي ادبي پروگرام جو اسڪرپٽ رائٽر آهي، هو ماهوار ”ناٽڪ ميگزين“ جو ايڊيٽر پڻ آهي ۽ ادبي مضمونن لکڻ ۽ شاعري ڪرڻ کان سواءِ هو سنڌ يونيورسٽي مان پي ايڇ ڊي پڻ ڪري رهيو آهي، جيڪو تمام گهڻو محنت طلب ڪم آهي. اهو ئي سبب آهي جو هو گهر هوندي بہ پنهنجي ڪمَ ۾ رڌل هوندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن مان حيران ٿيندي آهيان تہ رات جو تقريباً 12 بجي آئون سمهندي آهيان تہ رحمت لکڻ يا پڙهڻ ۾ مصروف هوندو آهي ۽ جڏهن آئون صبح جو ڇهين بجي اٿندي آهيان تہ هو جاڳي رهيو هوندو آهي. مون کي سمجهہ ۾ نہ ايندو آهي تہ هو ڪڏهن سمهي ٿو. پڇڻ تي بس چوندو تہ سمهيو هيس توهان جي سمهڻ کان پوءِ.

رحمت کي ڪلاسيڪل موسيقي جو تمام گهڻو شوق آهي ۽ اهو شوق کيس پنهنجي والد کان ورثي ۾ مليو آهي، هو راڳن کي چڱي طرح سمجهندو آهي ۽ ڪو بہ گلوڪار جڏهن ڪلاسيڪل راڳ ڳائيندو آهي تہ هو اسان کي ٻڌائيندو آهي تہ هي فنڪار ڪهڙو راڳ ٿو ڳائي. منهنجي گهر ۾ تقريباً هڪ هزار کان وڌيڪ ڪلاسيڪل راڳ جون ڪيسيٽون آهن ۽ ڪتابن جو بہ هڪ خزانو سندس لائبريريءَ جو حصو آهي. رحمت کي هلڪا رنگ وڻندا آهن ۽ گهرن رنگن ۾ کيس ميرون ڪلر وڻندو آهي. کاڌي ۾ هو گهڻا مرچ مصالحي وارا کاڌا پسند نہ ڪندو آهي. کيس سمنڊ تي وڃڻ ڏاڍو وڻندو آهي. جيستائين رحمت جي اخلاق ۽ رويي جي ڳالهہ ڪجي تہ هو دوستن جو تہ دوست آهي پر اُهي ماڻهو جيڪي کيس ڪڏهن بہ ڪم نہ ايندا، رهندو کيس ستائيندا ۽ ان سان حسد رکندا، انهن ماڻهن سان بہ سندس رويو نهايت سٺو هوندو آهي. هو مون کي هميشہ درگذر ڪرڻ ۽ ماڻهن جي روين کي وساري انهن سان سٺو سلوڪ ڪرڻ لاءِ چوندو آهي تازو ئي هڪ ايڊيٽر صاحب جيڪو جڏهن پنهنجو رسالو ڪڍڻ شروع ڪري پيو تہ رحمت سندس تمام گهڻي مدد ڪئي. پنهنجو قيمتي وقت هن کي ڏنائين هن سان گڏ رلڻو پيس تہ بہ نہ ڪيبايئين ۽ پنهنجون لکڻيون ۽ ٻين جا مضمون ۽ لکڻيون کيس هٿ ڪري ڏنائين ۽ ٻيو بہ گهڻو ڪجهہ ان ماڻهوءَ لاءِ ڪيائين. جڏهن رحمت پنهنجو رسالو ”ناٽڪ“ ڪڍيو تہ ان

ايڊيٽر صاحب (جنهن جو ۽ سنڌس رسالي جو نالو مان ضرور لکان ها ن پر اهو به رحمت مون کي منع ڪيو) سنڌس خلاف پنهنجي ايڊيٽوريل ۾ ڪهڙو ڪند لکيو. پڙهي مون کي ۽ سنڌس بين مخلص دوستن کي ڏاڍي ڪاوڙ آئي. ٿيڻ ته ائين کپي ها ته هو شخص رحمت جي مدد ڪري ها پر بغض ۽ حسد ڪري انتهائي نامناسب زبان استعمال ڪيائين. ان صاحب کي مان ۽ رحمت جو ڪو به ادبي دوست تمام سٺو جواب ڏئي پئي سگهيو پر رحمت ائين ڪرڻ کان نه صرف منع ڪيو پر اڄ ڏينهن تائين به ان شخص سان دوستيءَ جو رشتو نڀائيندو اچي. رحمت هميشه چاهيندو آهي ته ڪتابن جي ڇپرائڻ ۾ جيتري ٿي سگهيس دوستن جي مدد ڪري سنڌس دوست صادق لاکي جو شعري مجموعو ڇپرائڻ ۾ ان جي ڏاڍي مدد ڪيائين ۽ پاڻ حيدرآباد وڃي (تڏهن اسان سڪرنڊ ۾ رهندا هئاسون) سنڌس ڪتاب ڇپرايائين بين به ڪيترن ئي دوستن جي ڪتاب ڇپرائڻ ۾ مدد ڪيائين. رحمت جي هڪ وصف هي به آهي ته هو هميشه پنهنجي ذات کي پنتي رکي بين دوستن کي اڳتي آڻيندو آهي. هو ڪڏهن به پنهنجي پبلسٽي ناهي ڪندو. ڪتابن جي مهورت ڪرڻ ۾ به گهڻ دلچسپي وٺندو آهي. سنڌس ڪنهن شاعر دوست جي سالگرهه هوندي ته ان تي مضمون لکي اخبار ۾ ڇپرائيندو. ڪنهن جي ڪتاب جي مهورت هوندي ته ان تي مضمون لکي، ڪوشش ڪندو ته ساڳئي ڏينهن اخبار ۾ ڇپجي ته ان جي دوست جي وڌ کان وڌ پذيرائي ٿئي. رحمت جي سالگرهه هوندي ته منهنجي گهڻي اسرار باوجود ڪڏهن به ڪنهن اخبار ۾ پاڻ تي مضمون نه ڇپرائيندو. "رچنا" سنڌ ٽي. ويءَ تي هلندڙ ادبي پروگرام جنهن جو هو خود ڊائريڪٽر آهي ان پروگرام جي به 25 پروگرام هلڻ کان پوءِ پاڻ پنهنجي شاعري پڙهيائين. اُهو به جڏهن سنڌس دوستن زور پريو. پنهنجي والد صاحب اڄ ڏينهن تائين "رچنا" ۾ نه آندو اٿائين. آواز ٽي. وي تان هلندڙ پروگرام "ذات ذٽي" ۾ (جنهن ۾ رحمت اسٽنٽ ڊائريڪٽر هو ۽ ادي ماهين هيسبائي ڊائريڪٽر هئي) ان ۾ ادي ماهين جي زور پرڻ باوجود پنهنجي والد مير محمد پيرزادي تي پروگرام نه ڪيائين. هي پاڻ ان پروگرام ۾ به اسڪرين تي هڪ دفعي کان وڌيڪ نظر نه آيو. نوڙت ۽ هيٺائين رحمت جي فطرت ۾ شامل آهي. دوستن جي سخت کان سخت ڳالهه ۽ بري کان برو رويو به هو ائين برداشت ڪندو ڄڻ ڪا ڳالهه ئي نه آهي. مجموعي طور تي رحمت هڪ ذهين، محنتي، ذمہ دار، خوددار ۽ بي حد پيار ڪندڙ شخص آهي. اهڙي بي ضرر ماڻهو جنهن جي ڪنهن ڳالهه مان ۽ ڪنهن رويي مان شايد ئي ڪنهن کي ڪڏهن ڏک رسيو هجي. مان پاڻ کي خوش قسمت سمجهان ٿي ۽ سمجهان ٿي ته اهي منهنجي ماءُ جون دعائن ئي آهن جنهن ڪري مان رحمت

پيرزادي جهڙي ماڻهوءَ جي زندگي ۾ شامل آهيان. سندس ذات تي اڃا تمام گهڻو لکي سگهجي ٿو پر مون کي سندس شاعريءَ تي به لکڻو آهي ۽ ڪتاب جي صفحن ۾ گنجائش گهٽ آهي.

رحمت الله پنهنجي شاعريءَ مطابق پاڻ ئي چوندو آهي ته هن جي شاعريءَ تي شيخ اياز جو تمام گهڻو اثر آهي ۽ هو سنڌ جي پلوڙ شاعر حسن درس کان تمام گهڻو متاثر آهي. رحمت الله کي شعور جي پهرئين ڏاڪي کان ئي شاعراڻو ماحول مليو. هن جو ننڍپڻ سڪرنڊ ايگريڪلچرل فارم (جتي سندس والد صاحب ايگريڪلچر آفيسر هو) جي وڏي ۽ ڪشادي گهر ۾ گذريو. چوڌاري ساوڪ انتهائي پرسڪون ۽ پُرفضا ماحول به هن کي شاعريءَ ۽ فطري حسن ڏانهن راغب ڪرائڻ ۾ پيش پيش هو. پر جيئن ته رحمت الله جو والد صاحب خود هڪ سٺو شاعر هو ۽ سندس گهر وڏن وڏن شاعرن جو اچڻ وڃڻ پڻ رهندو هو. جن ۾ سائين تاج جويو خاڪي جويو عبدالحڪيم ارشد، راشد مورائي، ۽ ويندي استاد بخاريءَ تائين سنڌ جا ناميارا شاعر ۽ اديب سندس گهر ايندا هئا.

رحمت الله جي تربيت ۾ انهن محفلن ۽ ڪچهرين جو وڏو هٿ آهي جيڪي اڪثر ڪري سندس گهر ۾ (يا گهر جي ويجهو) سنڌ جي وڏن وڏن اديبن سان ٿينديون هيون. ادب، اخلاق، تهذيب، بردباري، برداشت، صبر ۽ تحمل جيڪو رحمت الله جي شخصيت جو حصو آهي، اهو قطعي ممڪن نه آهي جيستائين ڪنهن به ماڻهوءَ کي ننڍپڻ کان ئي اهڙو سٺو ادبي تعليمي ۽ تهذيبي ماحول نه ملي. سندس والد مير محمد پيرزادي تعليم سان گڏوگڏ اخلاق ۽ تهذيب جو اهڙو ته پڪو ۽ پختو ٻج هن جي شخصيت ۾ پوکيو آهي جو ڇا به ٿي پوي هن جي زبان مان مجال جو ڪو گٿو لفظ نڪري يا هو ارادتاً ڪنهن کي رنجائڻ جي ڪوشش ڪري. سندس والد جي تربيت ۽ اصلاح جي ڪري ئي سندس شاعري وزن بحر تي به ايتري ته پوري آهي جو سندس ڪتابن ۾ ورلي ئي جو شعر وزن بحر جي معيار تي پورو نه لهي.

سندس شاعريءَ جو پهريون مجموعو "ڪليسا جي مان" ۾ سنڌي شاعريءَ جون تقريبن سيئي ڪلاسيڪل صفون ملن ٿيون. دوها، بيت، وائي، گيت، غزل، نظم ۽ ٽيڙو. پنهنجي هن پهرئين ڪتاب کي رحمت الله پنهنجي والد صاحب مير محمد پيرزادي کي ارپيو آهي. رحمت الله جي شاعريءَ جو ٻيو ڪتاب "ڪينڊل لائيٽ" 2009ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو هي ڪتاب رحمت الله جي نثري نظمن تي مشتمل ڪتاب آهي. (جيڪو هن منهنجي نالي ڪيو آهي)

سندس هن ڪتاب کي تمام گهڻي پذيرائي ملي. رحمت الله جي شاعريءَ جو ٽيون ڪتاب "خمار. کيت. چاندني"، "نئون نياپو" اڪيڊمي طرفان جولاءِ 2012ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. هي ڪتاب سائين راشد مورائي کي ارپيو ويو آهي. (پنهنجي نثري نظمن جي هن خوبصورت پورهي کي هن پنهنجي جيون ساٿي يعني مون کي ارپيو آهي. جنهن لاءِ مان سندس ٿورائتي آهيان.)

هاڻ ڳالهه ڪجي سندس شاعريءَ جي چوٿين مجموعي جي جيڪو "اڪيلائي جو ڪينواس" جي عنوان سان نئون نياپو اڪيڊميءَ طرفان 2014ع ۾ شائع ٿي رهيو آهي. هي ڪتاب سندس شاعريءَ جو چوٿون ۽ نثري نظمن جو ٻيو ڪتاب آهي. هت مان پڙهندڙن کي هي پڻ ٻڌائيندي هلان تہ رحمت الله جو منظوم شاعريءَ جو پنجون مجموعو پڻ تيار آهي. ان کان علاوه سندس مضمونن تي مشتمل هڪ ڪتاب ۽ سندس خوبصورت ڪهاڻين تي ٻڌل هڪ ڪتاب پڻ ڇپجڻ لاءِ تيار آهن. جيڪي ڪوشش ڪبي تہ جلد کان جلد ڇپرائي پڌرا ڪيا وڃن.

"اڪيلائيءَ جو ڪينواس" ۾ رحمت الله جا انتهائي خوبصورت نثري نظم آهن. نثري نظمن جي صنف هڪ جديد صنف طور سنڌي شاعريءَ ۾ داخل ٿي. سنڌي ادب جي وڏن نالن جهڙوڪ شيخ اياز پڻ نثري نظم لکيا. حسن درس، حسن مجتبيٰ، ادل سومرو ايم ڪمل، پشپا ولڀ، امرسنڌو ۽ ٻين ڪوڙ سنڌي شاعرن هن صنف تي نہ صرف لکيو بلڪ نون نون تجربن، استعارن، ۽ نون نون موضوعن سان هن صنف کي چار چنڊ لڳائي ڇڏيا آهن. رحمت الله پيرزادو بہ انهن ئي شاعرن ۾ شمار ٿئي ٿو جنهن نہ صرف ان صنف ۾ لکيو بلڪ انتهائي خوبصورت انداز ۽ نون موضوعن سان لکيو. هن ڪتاب کي پڙهڻ کان پوءِ احساس ٿئي ٿو تہ رحمت الله جا هي نظم تمام گهڻا احساساتي آهن. حسن، عشق، محبوب جو قُرب، جدائي وارا احساس هڪ خاص جذباتي انداز ۾ موجود آهن. گڏوگڏ سماج / معاشرو تهذيب، فلسفو ۽ زندگي جي تمام روين تي شاعراڻي ۽ گهري نظر رکندڙ شاعر جي حيثيت سان رحمت الله پيرزادو پنهنجي هن ڪتاب ۾ نظر ايندو. ڪتاب جي ابتدائي صفحن تي هي انتهائي خوبصورت نظم آهي.

"شاعريءَ جو درد..."
جيڪو لکيو سين
اهو شاعري
بڻجي ويو!
۽ جيڪو

نہ لکي سگھياسين
اھو دردر!!

ھڪ ٻيو نظم جنھن مون کي تمام گھڻو متاثر ڪيو. جنھن ۾ معاشري جي ان پنتي پيل عورتن جو ذڪر آهي جنھن لاءِ شايد اڄ ڏينھن تائين ڪو عملي طرح سگھارو آواز نہ اٿاريو ويو آهي. نظم آهي:

"احساس ڪمتري"
هن جي زندگي
سڳ چٽي ڏنل
عورت جيان
گذري وئي!
جنهن جي فقط
احساس ڪمتري ئي
سڄي زندگيءَ لاءِ
ڪافي آهي!!

ھڪ ٻيو نظم جنھن ۾ محبوب کي ياد ڪرڻ ۽ ان احساس کي انتهائي خوبصورت انداز ۾ بيان ڪيو آهي. نظم آهي:

"چنڊ جو تمنائي"
مان نديءَ جي پرسان
نرم گاھہ تي ليٽيل آهيان!
تون ياد ٿي اچين!!
۽ ماضي
لهر لهر درياھہ ۾
تبديل ٿي وڃي ٿو!
۽ مان ان ۾
ترندو ترندو
دور دور ٻڏندو
چڻ چنڊ جو تمنائي آهيان!!

رحمت الله جي هنن نثري نظمن ۾ نہ صرف خوبصورت جذبا، احساساتي جذبا، حسين لمحن جي عڪاسي موجود آهي بلڪ معاشري جي بي حسي، ڏاڍ ۽ ظلم خلاف پڻ آواز اُٿاريل آهي. جنهن جو مثال هي خوبصورت نظم آهي:

"تمغا"

اسان وٽ شاعرن ۾

ڳاٽن کي ماريو ويندو آهي!

۽ ٻوڙ مردن کي

تمغا پارايا ويندا آهن!

انهن سان فوٽون

ڪڍرايا ويندا آهن،

۽ ايوانِ صدر جي

مضبوط ديوارن تي

اهي فوٽون ٽنگي

پنهنجي ڏوهن جا ڪاتا

وڌايا ويندا آهن!

هڪ ٻيو نظم بہ ان ئي موضوع تي آهي:

"War Crime"

اهو بہ هڪ عجيب اصطلاح

گهڙيو ويو آهي تہ:

جنگي ڏوهہ War Crime

اسين جنگ کي ئي ڏوهہ ٿا سمجهون

جڏهن انسان

انساني اخلاق کان ئي ڪري ٿو پوي!

تہ هو ويڙهہ ٿو ڪري!

جنگي ڏوهہ War Crime

تہ بداخلاقي ۾

ڪميٽائپ جو

هڪ جديد استعارو آهي!!

اڄڪلهہ سنڌ جي ٻيٽن کي وڪڻڻ ۽ انهن تي نوان شهر اڏڻ جون ڳالهيون هلي رهيون آهن. ان ئي موضوع تي رحمت جو هڪ خوبصورت نظم هن ڪتاب ۾ موجود آهي جنهن جو عنوان آهي ڊائمنڊ بار آئي لينڊ سٽي!

هو مُهاڻن جون مڏيون ڊاهي

ٻيڙيون ۽ هوڙها ساڙي

۽ شاهہ جي سر ساموندبيءَ کي
سمنڊ ۾ اڇلي
هڪ صدين جي تهذيب کي
برباد ڪري،
اتي ڊائمنڊبار آئيلينڊ سٽي
مصنوعي خوشين جو
شهر اڏڻ ٿا چاهن!!

جيلن ۾ جيڪي عورتون موجود آهن ۽ اُتي هو ڪيڏو نہ درد ڀوڳين ٿيون ۽ ظلم ڏاڍ ۽ جبر برداشت ڪن ٿيون. اڪثر عورتون تہ بي ڏوهيون هونديون آهن جيڪي معاشرتي بي حسي ۽ مردن جي ڏاڍ ۽ ظلم ڪري جيلن تائين پهچي وينديون آهن. رحمت الله انهن عورتن لاءِ پڻ لکيو آهي سندس هڪ نظم آهي: "فلاحي بيگمات"

وڏ گهراڻن جون بيگمات
فلاحي شوق ۾
اين- جي - اوز جي وڏن عهدن تائين
تہ پهچي سگهن ٿيون،
مگر انهن کي
اهو احساس ڪڏهن بہ نہ ايندو تہ
جيل ۾ عورت
ٻار ڪيئن ڄڻيندي آهي!
۽ قيد ۾ ڄمندڙ ٻار جو
ڪو بہ مستقبل ناهي هوندو!!

هن ڪتاب ۾ موجود رحمت الله جو هڪ خوبصورت نثري نظم جيڪو هت ان لاءِ بہ ڪوٽ ڪيان ٿي جو هن نظم ۾ شبيهون ۽ استعارا نهايت خوبصورت ۽ اندازِ بيان دل کي وٽندڙ آهي هي هڪ مڪمل نثري نظم آهي جنهن ۾ نثري نظم جا تمام لازمات انتهائي خوبصورتي سان بيان ٿيل آهن:

"حسن جو مهورت"
چنڊ جڻ مٽي ٻاٽيءَ جو ٽڏو تلاءُ آهي!
۽ مان اجايل مسافر آهيان!
ستارا پرينءَ جون اکيون آهن.

ءِ پتر جي ولين ۾ پيلا گل ڦٽا آهن!
سموري فطرت ۾ خمار اهي
مگر آئون ان کان معذرت ٿو گهران!
ڇو تہ مون کي ڪنهن جو انتظار آهي.... (جاري)

آخر ۾ جيڪو نظم مان پڙهندڙن سان شيئر ڪرڻ چاهيان ٿي ان جو عنوان آهي "خوابن جا پيري". پر رحمت الله کي شايد خبر نہ آهي تہ خوابن جا ڪي بہ پيرا نہ ٿيندا آهن ۽ نہ ئي پيري. بهرحال نظم تمام خوبصورت انداز ۾ لکيل آهي. خيال بہ نهايت خوبصورت آهي.

"خوابن جا پيري"
ندي ڪنهن گهريءَ
سوچ ۾ وهي رهي آهي!
پکي بي چين ٿي
پر ڪنجي رهيا آهن.
هي سيارو بہ عجيب آهي
ڊگهين راتين ۾
چورايل خوابن جا پيرا
ڪو بہ پيري ڳولي نہ سگهيو آهي!!

رحمت الله جي شخصيت ۽ شاعريءَ تي اڃان بہ ڪجهہ وڌيڪ لکي سگهجي ٿو پر ڇو تہ هت صفحن جي گهٽتائي آهي ان ڪري مان پنهنجو مضمون اتي ختم ڪيان ٿي. مان رحمت الله جي شخصيت بابت انتهائي سچائي ۽ انصاف سان لکڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ سندس شاعريءَ تي پنهنجي مطالعي ۽ فهم مطابق لکيو. شل رحمت الله ۽ سندس دوستن کي منهنجو پورهيو پسند اچي. آخر ۾ آئون ادا انعام عباسي جي ٿورائتي آهيان جنهن جي اداري نئون نياپو طرفان رحمت الله جي شاعريءَ جو هي ٻيو ڪتاب اچي رهيو آهي. ياءُ شاهہ محمد پيرزادي جي پڻ ٿورائتي آهيان جن هن ڪتاب جو مهاڳ لکيو ۽ ادا حبدار سولنگيءَ جا ٿورا جن رحمت الله جي شاعريءَ تي خوبصورت مضمون لکيو. اميد آهي تہ رحمت الله جو هي ڪتاب پڻ پڙهندڙ کي متاثر ڪندو ۽ کيس سٺي موٽ ملندي

**سنڌو پيرزادہ**

# بيچ لگزريءَ جي هڪ شام

اڄ ڪان ڏهه سال اڳ ۾
تون پنهنجي وڏي گاڏيءَ ۾
منهنجي ننڍي گهرانديءَ هئينءَ!
.... ۽چوندي هئينءَ ته
(دنيا ۾ پئسو ئي سڀ ڪجهه آهي )
۽ آئون هڪ ڏکهي تقرير ڪري
توکي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪندو هئس
ته........ انسانيت وڏي ڳالهه آهي
اڄ بيچ لگزري هوٽل جي
هن سئمينار ۾ شام واري سيڪشن ۾
تون ماڻهن ڪان والنتيئرلي
غريبن لاءِ چندو وٺي رهي آهين ،
۽ آئون ڏهه هزارن عيوض
انسانيت تي ليڪچر ڏيڻ آيو آهيان !!



## رايو

عقل مند موت تي لت رکي سمهندا آهن
۽ جاڳندا آهن !
۽ بي عقل موت کي متن کئون رکي ڇڏيندا آهن ،
۽ موت جي خوف کئون
نہ جاڳڻ وقت جاڳي سگهندا آهن !
نہ سمهڻ وقت سمهي سگهندا آهن !!

❊❊❊

# مسيحي گيت

ذهن ، خيالن مان ٻاهر آيو تہ ،
مون چرڪ ڀري
پوئتي ڏٺو !
هڪ قبر تي
هڪ ماتمي لباس واري
ڇوڪري !
مسيحي گيت
ڳائي رهي هئي !!



# خوشبوءِ جي بينائي

اي خدا !
هن منهنجي
مري ويل ديس جا
مکڙين جهڙا
جيئرا ٻار !
خوشبوءِ جي
نابينائيءَ کي
برداشت نہ ڪري سگهندا !

❊❊❊

# مرڻ تي وڌل پابندي

” فرانس جي ميئر
ماڻهن جي مرڻ تي
ڪجهه ڏينهن لاءِ
پابندي وجهي ڇڏي آهي !
ان لاءِ ته گذريل
ڪجهه عرصي کان
ماڻهن جي گهٽي موت جي ڪري
اسٽيٽ کي آخري رسمن
جي ادا ڪرڻ ۾
ڏُشواري محسوس ٿي رهي آهي !“
شايد هاڻ اسين
پنهنجي مرضيءَ سان
مري به نه ٿا سگهون !!



# شاعري ۽ درد!

جيڪو لکيو سين
اُهو شاعري
بڻجي ويو !
۽ جيڪو
نہ لکي سگهيا سين
اُهو درد !!



# احساس ـ ڪمتري

هن جي سڄي زندگي
سگّ چٽي ڏنل
عورت جيان
گذري وئي !
جنهن جي فقط
احساس- ڪمتري ئي
سڄي زندگيءَ لاءِ
ڪافي آهي !!



## سپنو

سج جا پهريان ڪرڻا
گهَري ڏنڌ ۾
گهاٽي ڪيلي مان
گهٽيون تلاش ڪري رهيا آهن !
پکين جي سنهڙين چهنبن مان
ٻاڦ نڪري رهي آهي !
.....۽ پکي پاڻيءَ ۾ تري ۽ تڙڳي رهيا آهن .
(جو تہ سياري جي يخ ٿڌي صبح جو
اجان پاڻي گرم آهي !)
.... ۽ پکين جي ننڍڙن ڪنين مان بہ
ٻاڦ نڪري رهي آهي !
وڻ خاموش آهن ۽ شايد رات جي
ڏنل سپني جي حيرت مان
اجان نڪري نہ سگهيا آهن !

***

# رومن ڪيٿولڪ جو حبشي گھوڙو!

هوءَ رومن ڪيٿولڪ پوڙهي
جنهن گھوڙي تي سڀ ڪان وڏيڪ
شرطون ڪٽي ڪروڙپتي تي وئي هئي !
اُن اُهو ڪارو گھوڙو
سيني ڪٽيل پئسن مان خريد ڪيو آهي !
هاڻ هوءَ هر روز صبح ۽ شام
اُن گھوڙي سان پيار ڪندي آهي
۽ ريس- ڪورس تي
اُن جي چلڪٽي بُت تي
پنهنجا گھنجيل هٿ گھمائي
زندگيءَ جي مُسرتُن ڪي ماڻڻ
جي ڪامياب پريڪٽس ڪندي آهي .

***

# گوتم ٻڌ وارو سڪونُ!

اي خدا !
مون کي
حضرت سليمان عليہ الاسلام
واري ٽوپيءَ
۽ حضرت موسيٰ عليہ الاسلام
واري لٺ جي ضرورت نہ آهي !
مون کي تہ توکان
گوتم ٻُڌ واري
سُڪون جي طلب آهي !



## رش

جڏهن
گهٽي رش
هوندي آهي !
تہ ماڻهون
نظر ئي
ناهن ايندا !!



## مارتگيج تيل خوشيون

مان ڪيئن مڃان تہ
منھنجي بدن جي شاديءَ جي
بنڌڻ ۾ ٻڌجڻ ڪان پوءِ
تون اُهي سڀ خواب ۽ خيال
وساري ويٺي ھوندينءَ
جيڪي پاڻ گڏجي ڏٺا
۽ سوچيا ھئا !!
ڇا اسان جا خواب
۽ خواھشون
سماج جي روايت وٽ
مارتگيج تيل آھن ؟؟



## ليبرپين !

هوءَ اجا نِنڍي هئي تہ :
سندس پيءُ گذاري ويو هئو !
پر هوءَ ايتري بہ ننڍي نہ هئي
جو کيس ڪجهہ ياد بہ نہ هجي !
هوءَ اڄ بہ
انهن معصوم سڏڪن جو سور
پنهنجي وجود ۾
شدت سان محسوس ڪندي آهي !
.....هوءَ جوان ٿي تہ
سندس محبوب ساڻس
بي وفائي ڪري ويو !
اڄ هوءَ پوڙهي ٿي چُڪي آهي
۽ سندس پٽ ٻاهر آهي !
.....۽ واپسيءَ کان
نابري واري ڇڏي اٿائين !
لڳي ٿو تہ :
عورت سڄي عمر
ليبر پين مان گذرندي رهندي آهي !

❊❊❊

## چانديءَ جون چوڙيون !

اسين ڊگهي سفر لاءِ
وڃي رهيا آهيون ،
۽ اسان جو منهن
مينهن ڏانهن آهي !
سامهون ٽر جون پٽون آهن ،
پريان آسمان مان
ڪڪريون ڊوڙنديون ٿيون اچن !!
۽ مون کي هُوءَ ياد اچي رهي آهي !
جنهن کي
چانديءَ جون چوڙيون
وڻنديون آهن !!



# فوتي كاتا!

اهو ته
شڪر آهي
ته
ڏکن جا
فوتي ڪاتا
ناهن ٿيندا !!



# لتا جي گانن سان هڪ سفر!

زندگي ڪنهن حسين سحر ۾
مڌم مڌم هلي رهي آهي !
اسان جي بس شهر کان ٻاهر نڪري
ٻهراڙين مان گذري رهي آهي !
چوڏاري ڪيت آهن ،
جن تي رات
پنهنجون جادوئي ٽڏڙيون آڳريون
ڦيري رهي آهي !
زندگي ٻنان ڪنهن ٽينشن جي ،
ٻنان ڪنهن ڇاڇول جي
پرسڪون نديءَ جيان وهي رهي آهي
۽ ڊرائيور لتا جي پراڻن گانن جي
ڪيسيٽ هلائي ڇڏي آهي !!

❊❊❊

## سُودِو ايڪسائيٽمينٽ !

هو نچي رهيو آهي ،
گهنگهرو ڇنن ڇنن ڪري رهيا آهن !
مرد نشي ۾ ڌت آهن ،
۽ وڏا وڏا ٺهڪ ڏئي رهيا آهن ،
جڻ سُودِو ايڪسائيٽمينٽ وٺندا هجن !
آخر نشي ۾ چور ٿي
فاتحانا ٺهڪ ڏيندا
ڪنهن نہ ڪنهن ناچڻيءَ جي
ٻانهن جي سهاري تي
سامت ۾ اچي
هنن کي سرد ٻاکر وجهي
اڻپوري لذت حاصل ڪري
سمهي رهندا !!



(سُودِو ايڪسائيٽمينٽ. هٿراڌو خوشي، جنهن جون ميڊيڪل سائنس ۾ دوائون بہ آهن )

## ڪاغذ جون پيڙيون!

جڏهن شهر
ڪاغذ جا
بنجي ويندا آهن،
تہ!
سين جون
خواهشون بہ
ڪاغذ جي
بيڙين جيان
تي ونديون آهن!!



## "خوابن جون سرحدون"

بارن جي
خوابن جون
سرحدون بہ
انهن جي
ننڍڙي عمر جي
سرحدن جيان
مختصر ۽ محدود
هونديون آهن !!



# چنڊ جو تمنائي

مان نديءَ جي پرسان
نرم گاهہ تي ليٽيل آهيان !
تون ياد تي اچين !!
۽ ماضي
لهر لهر درياهہ ۾
تبديل ٿي ٿو وڃي !
۽ مان ان ۾
ترندو ترندو
دور دور ٻڏندو
جڻ چنڊ جو تمنائي آهيان !!

***

## فطرت ۽ غير فطري شيءِ

جڏهن پکي ڦاسي
۽ ڦٽڪندا آهن
۽ ڪوڙڪي ڪڙڪندي آهي !
تہ وڻ سهمي ويندا آهن !!
۽ پکي پر ڦڙڪائي
اُڏامي ويندا آهن !
سچ پچ تہ :
فطرت غير فطري شيءِ
قبول ناهي ڪندي !!



# روي شنڪر جي پيروين

سياري جي هڪ سُهاني شام آهي !
مان لان جي اُس ۾ ڪُرسيءَ تي
چڙ ليٽيو ئي پيو آهيان !
تنهنجي چوڙين جهڄيل ڪرائي
سيني ۾ / ساهه ۾ سرائيءَ وانگر
ڪُپي وئي آهي !
تنهنجي ياد ،
توسان گڏ پهاڙين جو سفر،
سفر جي ياد !
۽ تنهنجي حُسن جي ٻيڙيءَ ۾
لهرن جي لئہ تي
ڇُلڪي رهيو آهيان !
۽ ٽيپ تي روي شنڪر
ستار تي پيروين وڄائي رهيو آهي !

❊❊❊

## تمغا

اسان وٽ شاعرن ۽
ڳائڻن کي ماريو ويندو آهي !
۽ پوءِ مُڙدن کي
تمغا پارايا ويندا آهن !
انهن سان فوٽون
ڪيرايا ويندا آهن ،
۽ ايوان — صدر جي
مضبوط ديوارن تي

اُهي، فوتون ٽنگي
پنهنجي ڏوهن جا ڪاتا
وڏايا ويندا آهن !
۽ جيڪڏهن جيئرن ۽ زنده ليکڪن کي
توهان اُهي تمغا ڏيندئو
ته اُهي انڪار ڪندا !
۽ انهن کي اُن ڏکهي لسٽ ۾
شامل ڪرڻو پوندو
جنهن ۾ اڳي ئي ڪيترا ڇٽا
بليڪ لسٽ ڪيا ويا آهن
۽ جي اُها بليڪ لسٽ وڌندي ته
توهان جي ڪارڪردگي ناڪاري ليکبي !
وري ڪنهن جي مرڻ جو
انتظار ڪيو چو ته
تمغن ورهائڻ جي
موسم اچي رهي آهي !!

(2008-8-13)

## حَسين

تون
سدائين مون کي
اقتدار جي ،
ابتدائي ڏينهن
جيان !
حَسين لڳندي
آهين !!



# اي خدا!

غالب جهڙا غزل
نہ مئہ جي مست خمار ۾
لکي سگهجن ٿا ،
نہ ڳاڙهي گهٽيءَ ۾
پنٽڪڻ سان سرجي سگهجن ٿا !
اي خدا !
مان تنهنجي ان راز کي
سمجهي نہ سگهيو آهيان !
تخليق چاهي ؟
کو مؤزن عبادت ۾ بہ
اهڙا غزل نہ ٿو سرجي سگهي ،
ڇا تخليق جي تلاش ۾
مان گناهن جون گليون گهمان ڪيان
يا عبادت جي خرد ۾ غوطازن ٿيان ؟
تون مون کي ٻڌاءِ !
ڇو تہ تون ئي
مون کي ٻڌائي سگهين ٿو !



## عجائب خانو

منهنجي دل
خواهشن جو
اُهو عجائب خانو آهي
جنهن ۾ اچي
توکي صرف
اڻپورين خواهشن جي
محرومين جوئي
احساس ٿيندو !!



## سچائي

اي ڪاش !
سڀ ثبوت
۽ وڪيلن جا
دليل ،
مُخالفت ۾
هجڻ باوجود !
ڪو جج
ڪنهن کي
اهو چئي بي ڏوهي
قرار ڏئي سگهي ته
”تنهنجي لفظن ۾
سچائي آهي !!“



## درد جو موهن دڙو

هن کي ماريو
ٻڪايو، پڃايو،
چريو چئو،
ڌمڪايو ، ڏک هڻو،
گولي هڻو ،
هو پا ڳل آهي !
ديوانو آهي !!
ڪافر آهي !!!
هو چوي ٿو تہ :
درد جو موهن دڙو
ٻيهر تعمير ٿيڻ ٿو چاهي !



***

## انتها

توڪي
اڪيون پري
ڏسڻ جي تمنا جي
آخري ڏاڪي تائين ،
زندگيءَ سان
سڀ تعلق
منقطع ٿي ويا !!

***

# اڌ رات جي ٻئي پاسي

مان اڌ رات جي
ٻئي پاسي آهيان !
تون خواب جي روح ۾
تبديل ٿي وئي آهين .
وقت پنهنجو
ڀهريون سرو ڳولي رهيو آهي !
ڏک هن جي آڱرين جي
ننهن مان وهي رهيو آهي !
ڪائنات ۾ هر ماڻهون
چنڊ کي سجاڻڻ کان
انڪار ڪري ويهي رهيو آهي .
.....۽ رات کان
وقت جو ٻيو چيڙو گم ٿي ويو آهي !
.....۽ ڪو آهي
جو چوي ٿو :
ڏک پورو ٿي ويو آهي ؟



## پاڳل جو پهريون جملو

هڪ پاڳل جي
ڊائريءَ جو
پهريون جملو
هيءُ هئو تہ :
Art of science is the
Science of art!



## اڌ - چنڊ

تنهنجو حُسن اڄ
گويا اکين ۾ هارجي پيو آهي !
.....۽ اکيون دور دور تائين
ترِ بڻجي ويون آهن !
مان عجيب اُڄ آهيان ،
۽ تون ڪنول جي گلن سان پريل
ڪا اونهي ۽ گهري ندي آهين !
مون توکي ڪيڏو نه چاهيو آهي !!
اي ڪاش ! هي اڌ چنڊ
منهنجي نظم جو حصو ٿي وڃي
اي ڪاش ! اهو نظم تون پڙهي سگهين .

***

## گونگا اشارا!

طوطو ۽ مينا
لڏي ويا آهن !
۽ کهاڻيءَ جي
خالي آکيري ۾
سندن پَر پيا آهن !
.....۽ سڻائي بسنت جي واءَ ۾
وڻن جا لُڏندڙ پن
طوطي ۽ مينا جي
گيتن جا گونگا اشارا
ڪري رهيا آهن !!



## يادون

جيڪي يادون
دفن ٿي ويون آهن
اُهي دل جو اثاثو آهن !
جيڪي يادون
جيئريون آهن
مان انهن جي ڏيِ تي
اڳتي وڌي رهيو آهيان !!



# موسم سان ميچ ڪپڙا
# پائڻ واريءَ لاءِ هڪ نظم

تون چيو هئو ته :
بهار ۾ پيلو رنگ
اکين کي وڻندو آهي !
سانوڻ ۾
هلڪڙي رنگ جا
ڪپڙا پائڻ گهرجن ،
سياري ۾ تو کي
مئرون رنگ
گهڻو وڻندو هيو !
پر شايد اڳ ۾ ڪڏهن به
تو پنهنجي چڻ ۾ سفيد ڪپڙا
پاتا ئي نه هئا !



## خودڪشيءَ جي ڪوليءَ ۾

خودڪشي ڪندڙ
بي جنگ – عظيم جي
شڪست – خورده
سپاهيءَ جو
آخري سگريٽ !
ڪنهن بہ خودڪلاميءَ
ڪان اڳ ۾ اُجهي ويو !!



# جادوءَ جي پيٽي!

هو جادوگر جڏهن چاهي ٿو تہ :
رومال مان ڪبوتر ڪڍي
اُڏائي سگهي ٿو !
۽ هو جڏهن چاهي تہ :
ڪاغذ جي گُل مان
سهو ڪڍي سگهي ٿو !
۽ هو جڏهن چاهي تہ :
قميص جي ڪف مان
گلاس ۾ پاڻي ڀري سگهي ٿو !
۽ تلوار جي مٿان
ڪنهن بہ ڇوڪريءَ کي سمهاري
هينان سڀ تلوارون ڪڍي
ڪيس هڪ تلوار جي نوڪ تي
سڌو بہ سمهاري سگهي ٿو !
مگر آئون چاهيان ٿو :
مون وٽ هڪڙي جيولري باڪس جيتري
ننڍڙي ڪاٺ جي پيٽي هجي ،
جنهن کي آئون جڏهن بہ کوليان ،
تہ اُن مان تون ٻاهر اچي وڃين !!
توکي اسڪن ڪلر جا ڪپڙا هجن ،
تنهنجي هٿ ۾ ڇٽي هجي ،
۽ برسات وسندي رهي !
۽ برسات صرف توتي ئي وسندي رهي !!

***

# رات

رات !
هن جي
ياڪر ڪي
طلاق ڏئي ڇڏي آهي !!
.....۽ ناچڻيءَ
رقص ڪان پوءِ
نوٽن جي بجاءِ
پنهنجا لُڙڪ ئي
ميڙيا آهن !!



# موسمن ڪان ٻاهر نڪري آيل شخص

موسمن ڪان
ٻاهر نڪري آيل شخص !
اُهو ٻہ نہ ٿو ڄاڻي تہ :
سنهڙين آڱرين واري گوريءَ کي
ڊائمنڊ رنگ ڪيئن پارائي
سندس هٿ کي جهُڪي چُمي ڏبي آهي !
هُو اهو ٻہ نہ ٿو ڄاڻي تہ :
اُس ڪان بچڻ لاءِ
ڇٽي ڪٽي ايندڙ ڇوڪري
پنهنجي ٻئي هَٿ وارو فائيل
ڇاتيءَ سان ڇو لڳائي رکندي آهي !
۽ موسمن ڪان ٻاهر نڪري آيل شخص
اهو ٻہ نہ ٿو سمجهي تہ :
ٽوليءَ ۾ ٿهلندڙ ڇوڪريون
ڪنهن ڇوڪري کي ٻڌو ٻڌائي ،
ايترو ڇو کلنديون آهن !!
۽ هو اهو ٻہ نہ ٿو مڃي تہ :
سينٽرل بروڪن چرچ جي اُها راحيا
مَري ٻہ چُڪي آهي
جنهن سان هُن
ديوانگيءَ جي حد تائين پيار ڪيو هيو !!

***

## Warcrime

اهو بہ هڪ عجيب اصطلاح
گهڙيو ويو آهي تہ :
جنگي ڏوهہ War crime!!
اسين جنگ کي ئي ڏوهہ ٿا سمجهون ،
جڏهن انسان !
انساني اخلاق کان ئي ڪري تو پئي ،
تہ هو ويڙهہ تو ڪري !
جنگي ڏوهہ War crime
تہ بد اخلاقيءَ ۾
ڪميٽائپ جو
هڪ جديد استعارو آهي !!

❊❊❊

# ڏک جو ذائقو

**هڪ نظم**

خواب ۾ تبديل ٿي وڃڻ کان پوءِ به
پنهنجي ڏک جو ذائقو
نه وساري سگهيو آهي !
..... ۽ الائي ڇو !!
موت جي نظمن تي
ڪڏهن به فُل اسٽاپ نه آئي آهي !!

❊❊❊

## ڊائمنڊبار آئي لينڊ سٽي

هو مُهاڻن جون مَڏيون ڍاهي
ٻيڙيون ۽ هوڙها ساڙي
۽ شاهه جي سُر ساموندي ۽ کي
سمنڊ ۾ اُڇلي ،
هڪ صدين جي تهذيب کي
برباد ڪري
اُتي ڊائمنڊبار آئي لينڊ سٽي
مصنوئي خوشين جو شهر
اڏڻ ٿا چاهن !
جنهن جو ڪنهن به
ڪلچر ، تهذيب ۽ تمدُن سان
ڪو به تعلق ناهي !
جتي فحاشي ۽ جا اڏا ۽
جسمن جو جُوئا خانو نهندو !!
جتي اُهو ڪير به نہ سمجهي سگهندو تہ :
” پڳهه پاسي گهار
آيل ساموندين جي !“



## آرڪسٽرا جو نغمو

آرڪسٽرا جي
مُترنم آواز تي
رقص ڪندي ،
ذهن جڏهن
اسپينش ڇوڪريءَ جي
اُرهن ۾ اَٽڪي پَئي تو !
۽ بليڪ ليبل جو خمار
ذهن تي اثر ڪرڻ تو لڳي !
تہ روح ۾ ڪنهن نئين
زخم ڪائڻ جي تمنا
جاڳي اُٿي تي !!



## سماج ۽ انسان!

انسان هڪڙو اڏنگو
جانور آهي !
جيڪو گهڻو وقت
ڪنهن نہ بهترين
سيٽ - اَپ ۾
پاڻ کي
سيٽسفاءِ نہ تو رکي سگهي !!

❊❊❊

# ٻارن لاءِ هڪ نظم

جڏهن جاپان جو نابين
” نوبيوڪي “ پنهنجون
معصوم آڱريون
پيانو جي Fingers
تي رکي ٿو ته :
زندگيءَ جا انوکا نغما
ڇڙي پون ٿا !
۽ نيڪ اُن وقت مون کي
يوگيندا جا
چاهت هزار ٻار ياد اچن ٿا !
جن جي معصوم هٿن ۾
جديد هٿيار آهن !!
انهن جون آڱريون
رائيفل جي ٽائيگر تي رکيل آهن !
جنهن ۾ ڪو به نغمو نه آهي،
ڪا به زندگي ناهي ،
آئون انهن ٻارن جي
معصوم آڱرين ۾ لڪل سُرن ۽
نغمن تي سوچيان ٿو !
مگر شايد اُهي معصوم نغما
بارود جي ڌماڪن ۾
دفن ٿي چڪا آهن !!



## "سائڪلون"

چَون ٿا تہ اڄ
هُن جي شهر ۾
سائڪلون ٿو اچي !
هڪ سائڪلون تڏهن بہ آيو هئو
جڏهن آئون سندس گهٽيءَ مان
بيگ ڪٽي هميشہ لاءِ
وڃي رهيو هيس !
چون ٿا تہ اڄ بہ
هُن جي شهر ۾
سائڪلون ٿو اچي !
۽ آئون دعوا سان چوان ٿو تہ :
اُن سان هُن جي طبيعت ۾
ڪو بہ ناخوشگوار
احساس جنم ڪونہ وٺندو !!



## "چند لمحا"

تون فقط ڏکي حياتيءَ جا
چند لمحا ئي
ماڻي سگهيو آهين !
جن ۾ تون منهنجي حُسن تي
سنجيدگيءَ سان
سوچڻ کان سواءِ
خودڪشي ڪئي آهي !
۽ مون
فراموشيءَ جي تاريخ ۾
سچ جو هڪ باب
رقم ڪري ڇڏيو آهي !!



# سنڌ جو سوال

بنهي پاسي وڏن وڻن سان
ڍڪيل سوڙهو ڪچو رستو ،
رستي جي پرسان ڊنل لوڙهي جا ڍنگر !
آڳنڌ چٽيل پنن سان لَٽيل ،
جنهن ۾ ٻڪرين ٻڌڻ جون ٺلهيون ڪليون !
جهوپڙيءَ جو سوڙهو دَرُ،
جنهن مان اندر وڃڻ لاءِ
نوڙي وڃڻو تي پيو !
اندر مَنهَن جو پڳل پڄر ،
۽ چنل ڇت هيٺ لڙڪيل !
مَڪيُن سان جهينگاڙيل هيٺ سُتل ست ٻار
اَڌ ڇڳل ڪٿ ، ميريون رِليون ،
تن تي اٺون ٻار پيٽ ۾ رَکي سُتل عورت !
اها سنڌ جي موجوده حالت آهي !!
منهنجو سُوال صرف اهو آهي تہ :
” ڇا پيٽ ۾ پلجندڙ اهو اَٺون ٻار
پائليٽ ٿيڻ جو خُواب ڏسي سگهي ٿو ؟؟ “

❊❊❊

## لاش جو سفرنامو

هُن جا لُڙڪ
ان لاءِ به
وڏيڪ کَسارا هئا
جو انهن ۾
نہ مري سگھندڙ
ماڻهوءَ جي لاش جو
سفر نامو هُئو !



# هڪ نه چئي سگهجندڙ نظم

هن کي خبر آهي
ته سندس تصويرون
هانگ ڪانگ جي هالي ووڊ روڊ تي
ڪڏهن به ڪو نه وڪامنديون !
مگر هو پوءِ به
گهڙ امنجيءَ تي رکيل گهگهيءَ کي
ايئن تو ناهي
جو اُها سندس اندر ۾
اوتجي تڏي پاٽيءَ جو
مُڪمل احساس ڏياري سگهي !
اها سندس Devotion آهي
يا Devotional mistake
ان بابت مان ڪجهه به
چئي نه تو سگهان !!



# انتظار

مون ان مرڻ جي
پُلصراط جو لمحو لمحو
ايئن محسوس ڪيو آهي
جيئن ڪو مؤزن
فجر جي آزان کان پوءِ
تسبيح جو داڻو داڻو
سوريندو آهي !!
۽ تنهنجي ٿهڪ ڏيڻ تي
ڏک مفلس جي ٻارن جيان
غربت جي سوڙ اوڍي سمهي رهندا آهن !!

***

## خوابن جو قبرستان

هُن طويل اوجاڳي جي
ريهرسل ڪندي ،
پنهنجي خوابن جو !
مڪليءَ جهڙو قبرستان
ٺاهي ڇڏيو آهي !
مگر الائي ڇو
منهنجي ديس جا ماڻهو ،
خوابن جي قبرستان کي
فقط تفريح جو باعث ٿا سمجهن !

***

# تجريد

تجريد جو تعلق ڪڏهن بہ
سماجي اڪارج سان ناهي رهيو !
تجريد ڪڏهن بہ
مسجد جو در ناهي کڙڪايو ،
۽ نہ ئي ڪڏهن
مندر جي سائي ۾ سُتي آهي !
تجريد تڏهن ئي عام ٿي آ
جڏهن ڪان ماڻهن
ڇيڇڙن تي وڙهڻ شروع ڪيو آهي
۽ ٻلي ڏبي جو کير پي
ٻنا خواب ڏسڻ جي سمهي رهي آهي !!

***

# نديءَ ڪي ٻڌايل نظم

هوءَ جڏهن بہ ڪاليج نہ ايندي آهي
تہ هو پُل تي سائيڪل بيهاري
نديءَ کي نئون نظم ٻُڌائيندوآهي !
جنهن نظم ۾ هو پنهنجو سمورو درد پوئيندو آهي !!
ان نظم ۾ سندس محبوب جو حُسن
هر دفعي نئين انداز سان پريل هوندو آهي !
سندس هر نظم ۾ جيڪا ڳالهہ
هر دفعي مُشترڪ هوندي آهي ،
اهو سندس محبوبا جي چَپ جو تر آهي !!
..... ۽ ايئن هڪ اُداس خاموشي هر دفعي
هو پنهنجي وجود تي ويڙهي
واپس هليو ويندو آهي !!



# حُسن جو مهورت

چندبَ جڻ مني پاڻيءَ جو تڏو تلاءُ آهي !
.... ۽ مان اُجايل مسافر آهيان !
ستارا پَرين جون اکيون آهن ،
.... ۽ پَتر جي ولين ۾ پيلا گُل ڦٽا آهن !
سموري فطرت ۾ خمار آهي ،
مگر آئون ان ڪان معذرت تو گهران !
چو تہ مون کي ڪنهن جو انتظار آهي .
جيڪا نئين صبح جي تمثيل جهڙي
حَسين ڇوڪري آهي !
آئون هن لاءِ ان ڪري بہ ڪجهہ
وڌيڪ نہ ٿو چئي سگهان چو تہ :
هوءَ مُڪڙين جي ڪنوارپ ۾ لڪل آهي !
۽ اجا هن جي حُسن جو
مهورت بہ ناهي ٿيو !!

❊❊❊

## لاش جي سُڃاڻپ !

هُن جي ڪيسي ۾
هڪ اڌورو نظم ۽
ٻار ڪي نہ ڏئي سگهيل
چُميءَ جو اڻ پورو احساس هُئو !
۽ لاش جي سُڃاڻپ
ان ڪري بہ نہ ٿي سگهي
جو هُن ڪئي ڏينهن کان
ڪو بہ خواب نہ ڏٺو هئو !!



# جون-ارا!

ان فرينچ ڪس جهڙي
محبت جي حسين احساس جي
مُوجد ملڪ جي
گُڏيءَ جهڙي ڇوڪري ، جون – ارا !
تون ويهن سالن جي عمر ۾
بغاوت ڪان پوءِ شهادت ماڻي !
تو تاريخ جي وڏن ڪتابن ۾
پنهنجو معصوم حُسن هميشہ لاءِ
امر بڻائي ڇڏيو !
اڄ دنيان جا سڀ انقلابي
تنهنجي عشق جا اسير آهن .
آئون اڪيلو ئي
تنهنجي بلوغت تي نظم لکڻ جو
گنهگار نہ آهيان !
پر فرانس جو هر عاشق
پنهنجي محبوب جي حُسن جو
پهريون عڪس تو جهڙو ئي
ڏسڻ چاهيندو آهي !!



## حُسن

هُن جي
ڪمري ۾ ،
ايترو تہ
حُسن آهي !
جو هوءَ
پنهنجي ڪمري ۾
ڪنهن کي
هڪ گل بہ
رکڻ
نہ ٿي
ڏئي !!

***

# ڪويل جي گيت ۾ موسم کي ميار!

مون هن جي وڇڙڻ تي
ڪيس الوداعي خط لکيو هئو !
جيڪو هڪ نظم ۾
تبديل ٿي ويو هئو.
۽ مان !
شاعري ڪرڻ سکي ورتي هئي.
منهنجي پهرئين نظم جي اُڄ
چانڊوڪيءَ رات ۾
اوجاڳيل ڪويل چورائي وئي هئي !
مون اُن جي نغمي مان
پنهنجو ئي درد دريافت ڪيو آ !
هوءَ اڄ بہ ڳائي رهي آ
۽ موسم تبديل ٿي رهي آهي !
هن جي اجارن گيتن ۾
موسم کي ميار آ تہ:
پن ڇڻ رُت ۾ ڪچڙيون تاريون
۽ سنهڙيون ڇوڪريون
عمر ڪان اڳ ۾
ڪومائجي ڇو وينديون آهن !!



# چماٽ

درد جي نوڪر تي
ننڍڙي ۽ معصوم خوشي
هنج مان ڪري پئي !
مرچن جي ڪڙي اوڳرائيءَ تي
..... هوءَ روئندي رهي !
شاعر ( مڙس) نظم لکيو :
۽ مڙس ماڻهو تي ويو !
نظم جي خالي جاءِ مان
چماٽ سينسر ڪيل آهي !!

(2011-10-22)

# تباهيءَ جو پيو دور

تباهيءَ جو پيو دور
تنهنجي حُسن کان شروع ٿئي ٿو!
تون پنهنجي وارن ۾
ٻڪل سان،
مون کي ٻه ويڙهي ڇڏ!
مان پنهنجي انجام کان
واقف آهيان!
۽ تنهنجي حُسن تي
سرڪاري گواهه
ڪڏهن ٻه نه ٿيندس!

(2011-11-6)

# فلاحي بيگمات

وڏ – گهراڻن جون بيگمات
فلاحي شوق ۾
اين . جي . اوز جي وڏن عهدن تائين
ته پهچي سگهن ٿيون ،
مگر انهن کي
اهو احساس ڪڏهن به نه ايندو ته :
جيل ۾ عورت
ٻار ڪيئن ڄڻيندي آهي !
۽ قيد ۾ ڄمندڙ ٻار جو
ڪو به مستقبل ناهي هوندو !!

(2011-11-6)

# تہ چو نہ پوءِ مان......!

..... تہ چو نہ پوءِ مان
ننڊ جون ٽيھہ ٽڪيون کائي
گئس سئلينڊر کولي
ڪمرو اندران بند ڪري
گهَري ننڊ سمهي رهان !؟
مگر مان صادق هدايت تہ نہ آهيان !
۽ مان Blind owl
جهڙو ناول تہ نہ لکيو آهي !
مون وٽ اها ذات تہ ناهي
چا مون وٽ اها جرئت بہ ناهي ؟
تہ چو نہ پوءِ مان ............!؟

(2011-10-22)

# حُسن جا اسرار

جيئن شراب جو حُسن
بند بوتل ۾ هوندو آهي !
جيڪر تون
منهنجي اڳيان
ڪڏهن به
عُريان نہ ٿئين ها !
هاڻ تو ۾
سرور تہ آهي
مگر تون
پنهنجي حُسن جي
پُراسراريت کي
پاڻ ئي قتل ڪري ڇڏيو آهي !

***

# موت جي تلوار

هن زندگيءَ جي جادو گهر ۾
تمام وڏن ڪلاڪارن
پنهنجي فن جو
مُظاهرو ڪيو آهي !
مگر آئون
موت جي تلوار تي ،
سڌو سمهي
زندگيءَ تي هڪ وڏي
ٺهڪ ڏيڻ جي
ريهرسل ڪري رهيو آهيان !!

***

# هڪ نظم

هو جڏهن پنهنجي بيڊ تي
سُمهندو آهي تہ :
سندس سيرانديءَ کان
رکيل شاعريءَ جو بُڪ
جاڳي پوندو آهي !
هو جڏهن بہ پنهنجي بيڊ تان
غائب تي ويندو آهي تہ :
بُڪ ۾ هڪ نئون نظم
پنهنجو سفر ڪرڻ
شروع ڪندو آهي !!

هو جڏهن
پنهنجي محبوبا جي وارن کي
نارنگي ربن سان
ٻڌندو آهي تہ :
صبح تي ويندو آهي !
۽ هو هڪ مڪمل نظم سان
پنهنجي بيڊ تي
واپس اچي ويندو آهي !
هن ڪڏهن بہ پنهنجي خواب جو
سفرنامومڪمل ناهي ڪيو !
۽ اجان بہ ڪو نظم آهي
جيڪو سندس درد کي
دريافت ڪرڻ جي تمنا ۾
بي چين آهي !
ڇو تہ سندس خوابن جي محبوبا
ڪئي سال ٿيا جو
حقيقت جي دنيان مان
هلي بہ وئي آهي !!

❊❊❊

## تنهنجو موت

اي منهنجا پيارا دوست !
چرچ جي گهنڊ ۾
سانت اڃان سُتل آهي !
پرسان هڪ پٿر جي بينچ تي
آئون توکي ياد ڪري رهيو آهيان !
( تون جيڪو موت جي اسرار جو
حصو ٿي چُڪو آهين )
هيءَ سينٽرل بروڪن چرچ جي
جهوني عمارت بہ اڄ افسرده آهي ،
جنهن تي تو هڪ ڪهاڻيءَ ۾
خودڪشي ڪئي هئي !!
۽ ٻي نانءُ وڻ تي چڙهيل
بوگن ويلا جي ول جيان
توسان گڏ گُذاريل پل بہ
مون کي ياد اچي رهيا آهن !
۽ تنهنجوهي بي وقت وڇوڙو
اعتبار جي سرحدُن کان ٻاهر ٿيل
هڪ اهڙو حادثو آهي
جنهن تي صديون اڳ
صليب تي سُتل عيسيٰ مسيح بہ
پنهنجون بند اکيون ڇنڀي وينو آ !!



## پنج هزار سال پراڻو گهاءُ

هوءَ يقينن هڪ خوبصورت
ڇوڪري هئي !
پر مون جڏهن سندس سڳيءَ کي
سڃاڻي ته ڏني هوءَ
بيد مُشڪ جي ٽلهڙ ۾
تبديل ٿي وئي !!
هوءَ منهنجي ڪمري ۾ آئي
سندس اکيون
جوين جي الستي خمار ۾ پورجي ويون ،

تنهن کان اڳي جو آئون
ڪيس هڪ ڏکھي چُمي ڏيان
۽ هوءَ پٿر ۾ بدلجي وئي ،
مان هن ڪي ڇھي سگھڻ جي مفاصلي تي
هڪ جنم جو درد ڀوڳيو !
هن اُهو سمورو وقت
هڪ خوشبودار گُل ۾ پناھ ورتي !
مون جڏهن هن ڪي ڇھڻ جي گناھ جو
لُطف ماڻڻ تي گھريو
تہ هوءَ پن پن تي وکري وئي!
۽ رهجي ويو منھنجي هٿن تي
هڪ خوشبودار هير جي ڇُهاءَ جو احساس .
مان اُن احساس جي خُمار ۾
پنج هزار سال بيهوش هئس !
اڄ جڏهن هوش ۾ آيو آهيان
تہ زندگي ڪنهن پُرفريب خواب جيان
محسوس ٿي رهي آهي !!

***

## طويل اڪيلائپ جو ڪئنواس

..... ۽ شاعري جڏهن
گهر جي پوئين در مان
ٻاهر نڪري وئي ،
تڏهن مون هڪ نظم لکيو !
جنهن ۾ تون هئينءَ
۽ نظم جي پس منظر ۾
منهنجي طويل اڪيلائپ جو ڪئنواس !
ياد رهي تہ هن نظم سان
شاعريءَ جو ڪو بہ
ناجائز تعلق ناهي !!



## غربت

جنهن سان
هر بستريءَ لاءِ
توهان کي
ڪنهن بہ
بستري جي
ضرورت نہ
هجي !
ان جو نالو
غربت آهي !!



## ٽين دنيا

شاعري اها خانا بدوش ڇوڪري آهي
جيڪا ڪنهن بہ جاءِ تي
ناهي هوندي !
اُها ڪڏهن تہ ڏکھي سجدي ۾
ست آسمان ٽُپي ويندي آهي !
ڪڏهن اگھاڙي ٽي
وڏو ٽهڪ ڏئي
ڪلڻ جو فن بہ ڄاڻندي آهي !!
يا تہ ڄاڳڻ لاءِ
اکين کولڻ جي ضرورت ناهي ،
يا تہ ٽين دنيا ۾ ڪو شاعر ناهي !!

❊❊❊

## سڄاڻپ جي ڳولا

هو جيستائين مون کي سمجهي سگهي
تيستائين منهنجي پين مان
مس ختم ٿي ويندي !
اُن ۾ هن جو ڪو بہ ڏوهہ ناهي !
اِها منهنجي بدنصيبي آهي .
....... پر جڏهن
منهنجي مري وڃڻ کان پوءِ
هن جي معصوميت ختم ٿيندي ،
۽ هوءَ مون کي محسوس ڪندي ،
تڏهن هن کي پنهنجو وجود
ساڳئي صحرا ۾ موجود ملندو !
مگر هن کي سُڄاڻپ جي ڳولا
نہ ڪرڻي پوندي !!



# اوگھڙ جو عشق

جنھن اوگھڙ جي عشق ۾
مُصور ڪالھہ پنھنجا سپ برش ڀڃي
۽ رنگ هاري ڇڏيا هيا !
اڄ بازار ۾
اھا چري تي ويل ڇوڪري !
پنھنجا سپ لٽا لاهي ،
گھُمي رهي هئي !
۽ چنڊ شرم وچان
اولھہ ۾ الوپ ٿي ويو هئو !
۽ هن اُگھاڙي تصوير جي ماتم تي
رات وڏيڪ ڪاري ٿي وئي هئي ،
مگر هيرا منڊيءَ جي هوائن کي
جن ان حادثي تي
ڪا بہ حيرت نہ ٿي آهي !!



# دل جي ڀِتِ

جيئن جسم ۾ رڳون آهن
تيئن ڳوٺ ۾ ڳليون آهن !
۽ ڪيڏيون ڪشاديون آهن
منهنجي ڳوٺ جون ڳليون !
مگر انهن ۾
هڪ دل جي ڳلي Wall of heart
بہ هوندي آهي !
جيڪڏهن دل جي ڳلي
هڪ دفعي ڪنهن لاءِ بند ٿي وڃي
تہ اهو وڏيڪ وقت
جيئرو رهي نہ سگهندو آهي !!



# بي روزگاريءَ جو آٽوگراف

..... ۽ تون هڪ شاعر ڪان
بي روزگاريءَ جو
آٽوگراف وٺڻ آئي آهين !
تنهنجو Light pink color
جو هي آٽوگراف بوڪ
۽ منهنجا پراڻي جين جي
پوئين کيسي ۾
ڦاٽي ويل نظم جا ڪاڳر
....... ڪيڏو نہ گڏيل آهي !
تنهنجي عياشي ۽
منهنجي درد جي وچ ۾ ؟
مگر پوءِ بہ آئون
توکي آٽوگراف ڏئي ،
الائي تہ ڇو
ڪا اڻ – لکي مسرت
محسوس ڪري رهيو آهيان !!

❊❊❊

# پلاسٽڪ جو سگريٽ

هڪ نظم کي مڪمل ڪرڻ لاءِ
هو ڇڻ ڪيترن ئي جنمن کان
پُرندو ۽ جڙندو رهيو آهي !
تو تہ هن کي چوڙي بہ ڇڏيو آهي !!
پوءِ بہ هن کان جدا ٿيڻ جو خوف !!
....... تنهنجي انا جي عادت بہ
منع ڪيل چين سموڪر لاءِ
پلاسٽڪ جي سگريٽ وانگر
مصنوعي سرور جيان آهي !!



## نيٺ ڇا ڪجي

هو لامحدوديت ( انفنٽيءَ ) کان
”ڪجهہ بہ نہ “ تائين پهچڻ لاءِ تڪجي ،
هڪ لائين واري هوٽل تي لٿو ،
۽ ڪٽ تي سِتو سمهي
شام کان تورو اڳ واري
آسمان کي ڏسڻ لڳو !!
جنهن تي هڪ
پکين جي لڪير هئي !
اتي هڪ ٿڌي ساهہ ۾
هن محسوس ڪيو هئو تہ :
” نيٺ ڇا ڪجي ؟ “



# ڪيوبا جو سگار

هن وٽ پنهنجي دوست کي
ڳولي لهڻ لاءِ
هڪ ڪيوبا جو سگار هئو !
۽ ان سگار جي سموڪ جو
هڪ دلفريب ، منفرد ۽
موهيندڙ انداز هئو !
جنهن کي سموڪ ڪرڻ سان
هن جون پورجي ويل اکيون
هن ڪائنات جي سيني رازن کان
باخبر هونديون ٿي ويون هيون
بي دردي سان لاتعلقيءَ جو
اظهار بڻجي ويون هيون !!

❊❊❊

# هڪ ڪئنواس تي ٻہ ڪائناتون

..... ۽ جڏهن برف ڳري هئي تہ :
هن کي پنهنجي محبوبا جو لاش
۽ گهر تي ويل ڏيءُ جي
تصوير ملي هئي !
۽ هن انهن ٻنهي ڪائناتن کي
هڪ برش سان پئنٽ ڪرڻ گهريو هئو !
هن پنهنجي گهر تي ويل زندگيءَ کي
هڪ ڪئنواس تي ٻن ڪائناتن ناهڻ ۾
دريافت ڪري ورتو هئو !
۽ هن جي لاش کي ڄمي ويل برف
ڪڏهن بہ نہ لڪائي سگهي آهي !!

***

# اُچ

هو گلي پري ايندڙ ٽري چوڪرو
اصل ۾ اُچ ۾ ٽڪ ڪي
محسوس ڪندڙ معلوم ٿيندو آهي !
جڏهن ته هوٽل جو ڪنجوس بيرو
۽ هوٽل جو ٿُلهو مالڪ ،
پاڻي اکين سان ان لاءِ ماپيندا آهن ،
ته وري گليون نه پرائٽيون پون !
۽ ٽريءَ کي پئسا نه ڏيڻا پون !!
جڏهن ته بي پرواهه گراهڪن کي
نه مالڪ جي اکين جو احساس آهي
نه ٽريءَ جي ٽڪ جو !!

❊❊❊

# منهنجو پٽ روحل

مون هميشہ پيار جي راند ۾
نوڪر ڪاڏي آهي !
اهڙي نوڪر جنهن سان
منهنجي دل جو رانديڪو
چار ٽُڪر ٿيو آهي !!
۽ منهنجو پٽ روحل ،
بي سمجهہ — سنجيدگيءَ سان
بار بار مون کي
ڳنڍيندو رهيو آهي !
جو تہ هو ڪڏهن بہ
ڪنهن جي دل کي
رانديڪي وانگر رنجائيندو ناهي !!

***

# بانسريءَ وارو!

گلاب ، موسمون ، پکي
۽ اسين سڀ گڏ قتل ٿيندا آهيون !
جڏهن هو ديوانو
بنسري وڄائيندو آهي !!
۽ پيروينءَ جا اوسارا ٻڌندا آهيون .
هو ديوانو ! جيڪو هاڻي
مري ويل محبوبا جو حُسن بہ
ڪنهن کي نہ ٿو ٻُڌائي سگهي
سواءِ بنسريءَ جي !
اهو ڄڻ اسان جو ساقي ٿيندو آهي ،
۽ گلاب ، موسمون ، پکي
۽ اسين گڏ قتل ٿيندا آهيون !!

❊❊❊

# زمين جي خاموش حصي جا رهاڪو

اسين زمين جي
خاموش حصي جا اصل رهاڪو آهيون !
اسان تي ڪا بہ موسم
اداسيءَ کان وانجهيل ناهي آئي !
اسان جي هر رات
روح ۾ پيهي ويندڙ
لامحدود رڙ جيان گذرندي آهي !
اسان جو هر ڏينهن
سڏڪن جي خاموش موسم کان
خالي ناهي هوندو !
اسان جو ڪو بہ لمحو
قتل ٿيڻ کان سواءِ نہ ٿو گذري !!
انساني قتل ، احساساتي قتل ،
ارمانن جو قتل ، خيالن ، خوابن ۽
خواهشن جو قتل ،
اسان جي هاڻي روز جو معمول آهي !
ڇو تہ اسين زمين جي
خاموش حصي جا اصل رهاڪو آهيون !
مگر ها ! اسان جو
اهو روز جو قتل عام بہ
زمين جي تختي تان
اسان جي تهذيب کي
ميساري نہ سگهيو آهي
ڇو تہ اسين زمين جي
خاموش حصي جا اصل رهاڪو آهيون !

❊❊❊

## ابتو سچ

هو اوندھہ ۾ ويهي
نظم لکڻ ٿو چاهي !
تہ جيئن سڀ لفظ جاڳي پون
۽ هوپار ڪدي روئي سگهي !
هو جاڳيل لفظن ساڻ
خواب ڏسڻ ٿو چاهي !!
..... ۽ هن جي ڳالھہ تي
ڪير ان لاءِ بہ مائيندبہ ناهي ڪندو
جو ڪنهن کي هن جي ڳالھہ
سمجھہ ۾ بہ نہ ايندي آهي .
هو ابتو سچ ڳالهائيندو آهي !!
جيڪو رات جي اونداهيءَ کي
ڪڏهن بہ ناگوار ناهي لڳندو !!

***

# منهنجي موت جي عبارت

منهنجي موت جي
عبارت جو اڌ
تنهنجي حُسن سان لکيل آهي !
۽ باقي اڌ
سموريءَ دنيان جي دردن سان !
تنهنجي معصوم چپن جي آلاڻ
منهنجي موت کي
آسان بنائڻ لاءِ ڪافي آهي !!

❊❊❊

# شيطان جا وارث

جينز ۾ ڇوڪريون
ڪيڏيون نه سُهڻيون ٿيون لڳن !
خدا منهنجي ڇپن ۾
ايتريون ته چميون پري ڇڏيون آهن ،
جيترا ثواب
شايد شيطان به نه ڪيا هوندا !
..... هي پوڙهو ريجينٽ پلازا اڳيان
ڦوٽون ڪنهن جي لاءِ ٿو ڪڍائي !!
..... ۽ ٻيو توڪي ڇا لکان ؟
منهنجي ذهن ايترا ته خواب ڄڻيا آهن
جو دل ڪوس — گهر ٻڏجي وئي آ !

***

# خوابن جا پيري

ندي ڪنهن گهريءَ
سوچ ۾ وهي رهي آهي !
پکي بي چين ٿي
پر ڳنجي رهيا آهن !
سج ٻبرن جي پاڇن مان
پهاڙ ٻڌائي چڙيا آهن ،
۽ سنڌ ، سائبيريا جي شاعرن جا
سپ خواب چورائي ورتا آهن .
هي سيارو بہ عجيب آهي !
ڏکهين راتين ۾
چورايل خوابن جا پيرا
ڪو بہ پيري ڳولي نہ سگهيو آهي !!

***

## داستان مان ٻاهر نڪتل گهوڙو

”داستان مان ٻاهر نڪتل گهوڙو
۽ رات جو پياسو ان جو سوار
هوا ۾ تلوار ڦيرائي ،
زوڪاٽ ڪري
وحشي ۽ حيران اکين سان
ماڊرن شهر جي
مصروف چوواٽي تي
جنگ جو ميدان ڳولي رهيو آهي “
اِهي آهن اسان جا اُهي سياسي اڳواڻ
جن تي اسان پنهنجي ۽ پنهنجي ٻچن جي
مستقبل جا خواب رکيا آهن !!
مگر سڀ کان بهتر آهي تہ :
اسان پنهنجي مستقبل جا بنياد
خوابن بجاءِ حقيقتن تي رکون !
چو تہ خوابن تي ناهيل مستقبل
۽ داستان مان نڪتل گهوڙا
ڪڏهن بہ خوشحالي
۽ امن طرف سفر ناهن ڪندا !!



## Pornography

هو جيڪو منهنجو
نقاد آهي !!
چوي ٿو تہ
مون وٽ
اگھاڙپ Pornography
آهي !!!!
۽ آئون
ڪيس بار بار
چوان ٿو !
شاعري حُسن جي
اُگھاڙپ آهي !!



# غربت! معاشري جو موت

...... ۽ بس اسٽاپ ڪان اڳتي
اونده ۾ بيٺل
برقعي واري عورت !
ڪنهن جي به
حسين رات جو حصو
بڻجي سگهي ٿي !
سماج کي تون
ڏهين رُپئين ۾
طلاق ڏئي سگهين ٿو !
ڇو ته هيروئن جي پُڙي
۽ عورت جو حُسن
تمام سستا ٿي ويا آهن !
..... ۽ هاڻ غربت
معاشري کي
خودڪشي ڪرائي سگهي ٿي !!

***

## حُسن جو تفسير!

تون ڪيتري نہ حسين هجين
منهنجي نظمن ڪان
اڳتي نہ ٿي وڃي سگهين !
تون ايتري حسين هوندينءَ
جو مان توکي ڏسي ،
ڪري پوان ۽
بنا ڦٿڪڻ جي مري وڃان !
اهو ممڪن آهي مگر
منهنجو نظم !
دور ڪنهن حسين تصوراتي جزيري تي
تنهنجي حسن جو اهو تفسير آهن ،
جنهن کي هاڻ
تنهنجي حُسن جي بہ ضرورت
نہ رهي آهي !!

***

## 4 مارچ

اي منهنجا قتل ٿيل يار !
تنهنجي ڪنواري رت جو قسم
تہ هي منهنجا لفظ
تاريخ جي آئيني ۾
ظلم جي انتها تي
هڪ وڏي دانهن ثابت ٿيندا !
۽ اسان مظلومن جو آواز بنجي ،
ڳڏيل قومن جي اداري جي
سفيد ديوار تي
هڪ واضع پيغام لکندا تہ :
” انهن جو دامن داغدار آهي
ٽين دنيان جي هڪ غريب ملڪ جي
نوجوانن جي ڳاڙهي رت سان ! “

***

# اگهاڙپ جو نغمو

مون حضرت دائود ۽
حضرت سليمان جا گيت پڙهيا آهن !
مون حافظ ، رومي ۽ خيام جو
ڪلام پرکيو آهي !
ڪاليداس ، ڪبير ۽ امارو ۽
جو ڪوتائون ڏٺيون آهن !
مون شاھ لطيف ۽ شيخ اياز
جي ذات ۾
اگهاڙپ جون سڀ تشبيهون
جاچيون آهن !
مگر پوءِ بہ جڏهن
تنهنجو جسم منهنجي اڳيان
اگهاڙو ٿيندو آهي تہ :
مان هر دفعي حُسن جي
نئين ڪائنات دريافت ڪندو آهيان !!

***

## طوطي واري ڇوڪري!

هن جي گهر ۾ طوطو آهي !
جنهن کي هوءَ
موسم جا گيت ٻُڌائيندي ۽
ريجهائيندي آهي !
هوءَ پنهنجي رف بوڪ ۾
نظم لکندي آهي !
۽ اسڪول گُلابي ڇٽي ڪٽي ويندي آهي !
هن جي ٻي خوبصورت ڳالهه مون کي
سندس ساڄي ڇيچ ۾ پاتل
چانديءَ جي مُنڊي لڳندي آهي !
جنهن کي هُوءَ هر وقت
پيار ڀري مسڪراهٽ سان
ڦيرائيندي ۽
ڏسندي رهندي آهي !!



# سنهڙي چيچ ۾ موت جو ڇلو

هڪ وڏي نڪاءَ ڪان پوءِ
گهٽيءَ ۾ ان نوجوان جي لاش جو
ڦتڪو ٻُڌڪيو !
سامهون واري بنگلي جي دريءَ مان
هڪ ڪنواريءَ دانهن جو پڙاڏو
فقط لاش جي آخري ڪُرڙيءَ سان
ٻَڪيو ۽ ٺُپي ڪري پيو !!
لاش بنان سوچڻ جي
اُتي ۾ اڪيون ڦاڙي ڏسڻ لڳو ،
۽ لاش جي محبوبا
پنهنجي ساهه جي چيچ ۾
موت جي ڇلي پوڻ جو
مختصر انتظار ڪرڻ لڳي !
...... ٻيو نڪاءُ ٿيو :
جنهن جا پڙاڏا حويليءَ جي
پڪين ديوارن کي ٽوڙي
محبوب جي قدمن ۾ اچي ڪريا !
......... ۽ الماڙيءَ ۾ رکيل
محبت جي خطن ۾
نه ختم ٿيندڙ باهه لڳي وئي !!

***

# نئون نياپو اڪيڊمي
# مارڪيٽ ۾ موجود ڪتاب

1. عشق جون ٻڪليون ( سفر ناما ۽ ٻيون لکڻيون) گل حسن ڪلمتي مُلهه: 200 رپيا
2. ڪالاش: ڪافرن جو ديس (سفرنامو) گل حسن ڪلمتي مُلهه: 200 رپيا
3. جڏهن مان چوهٽ جو هوندس (ڪهاڻيون) ممتاز مهر مُلهه : 70 رپيا
4. نه وڃڻ جو پڇتاءُ (ڪهاڻيون) يوسف سنڌي مُلهه: 70 رپيا
5. ڊائريءَ ۾ رکيل گلاب (ڪهاڻيون) منصور برڙو مُلهه: 70 رپيا
6. متيءَ هاڻا ماڻهو (ڪهاڻيون) اڪبر اديب مُلهه: 90 رپيا
7. رنگن جي خانه بدوشي (نظم) ايوب گل مُلهه: 70 رپيا
8. اسٽور روم (نظم) علي اظهار مُلهه: 80 رپيا
9. ٻه ڪتاب (ڪهاڻيون) ممتاز مهر مُلهه: 90 رپيا
10. ٻوڙهن جا ڪبوتر (ڪهاڻيون) پرويز مُلهه: 90 رپيا
11. مس سدا بهار چنبيلي (ناول) الطاف شيخ مُلهه: 125 رپيا
12. ڪپيل نڪ (ڪهاڻيون) عباس سارنگ مُلهه: 90 رپيا
13. لاڙ لهرون ۽ سمنڊ (شاعري) نواز خان زئور مُلهه: 150 رپيا
14. سمنڊ ٿو مونکي سڏي (پنجڪڙا) ايوب گل مُلهه: 100 رپيا
15. عجب اڪڙيون (ڪهاڻيون) قرت العين حيدر مُلهه: 90 رپيا
16. پٿر جو جگر ميڻ جي دل (ناول) موهن ڪلپنا مُلهه: 90 رپيا
17. رڻ ۾ رات نري (شاعري) رحيمداد جوڳي مُلهه: 100 رپيا
18. چتر ليکا (هندي ناول) سنڌيڪار: رشيد ڀٽي مُلهه: 200 رپيا
19. وڇوڙي جا وڍ (پنجابي ناول) سنڌيڪار: پرويز مُلهه: 80 رپيا
20. هن پار مان هن پار تون (ڪهاڻيون ۽ ٻيون لکڻيون) ڪرشن کٽواڻي مُلهه: 50 رپيا
21. گيتانجلي (شاعري) رابندر ناٿ ٽئگور مُلهه: 50 رپيا
22. منهنجي زندگيءَ ۾ آيل عورتون ۽ مرد (خاڪا) خشونت سنگهه مُلهه: 70 رپيا
23. سنڌ ارغون دور ۾ (تاريخ/تحقيق) اڪرام ساگر عباسي مُلهه: 50 رپيا
24. جهجان پسي جهوڪ (ڪهاڻيون) تاجل بيوس مُلهه: 35 رپيا
25. شهيد بينظير ڀٽو جو ڪيڏارو (شاعري) تاجل بيوس مُلهه: 80 رپيا
26. تڙ تڙ تي طوفان (شاعري) عزيز ڪنگراڻي مُلهه 70 رپيا
27. مارئي ملير جي ۽ شاهه عبداللطيف (ڏکهو نظم) بينظير ڀٽو مُلهه: 80 رپيا
28. هٿا اڳهين گڏ... (ناول) حسيب ڪانهيو مُلهه: 100 رپيا

29. خمار گيت ۽ چانڊني (شاعري) رحمت الله پيرزادو مُلھ: 90 رپيا
30. نئون ديرو: دل وارن جو ديرو (شھر ڪھاڻي) عاشق منگي مُلھ 150 رپيا
31. اڪيلو ماڻھو (ڪھاڻيون) جمن احمداڻي مُلھ: 100 رپيا
32. محبت ۽ قيامت ۽ (ناول) ڪرشن چندر/بيدل مسرور بدوي مُلھ: 125 رپيا
33. ماستر هريام جو بئنڪاڪ ويڄ (ڪھاڻيون) الطاف شيخ 150 رپيا
34. ڪراچيءَ جا لاڏاڻي ڪردار (ياڳو پھريون) گل حسن ڪلمتي مُلھ: 350 رپيا
35. ڳولا جو سفر (تاريخ) اياز پٿو مُلھ: 130 رپيا
36. سگنيچر (ناول) حسيب ڪانھيو مُلھ: 150 رپيا
37. فيس بڪ (ڪھاڻيون) ڊاڪٽر منظور قادر مُلھ: 200 رپيا
38. ڏکڻ مان ٿو سج ايري (ناول) ڪرشن چندر/سراج مُلھ: 150 رپيا
39. عرب تاريخ جي آئيني ۾: پروفيسر برنارڊليوس مُلھ: 200 رپيا
40. چيڪلو (ناول) ڪرشن چندر/بيدل مسرور بدوي مُلھ: 130 رپيا
41. يارنھن منٽ (ناول) پائلو ڪوئلھو مُلھ: 150 رپيا
42. خالي بوتلون (ادب لطيف) عمر قاضي مُلھ: 300 رپيا
43. اچو ته نيپال گھمون (سفرنامو) آغا ثناءُ الله خان مُلھ: 200 رپيا
44. مان هت جنم نه وٺندس (ڪھاڻيون) امداد ڪانھيو مُلھ: 150 رپيا
45. منھنجو نينھن نارين سان (ناول) عمر قاضي مُلھ: 250 رپيا
46. تاريخ مان... (ياڳو پھريون): ميم. الف. منصور عباسي مُلھ: 250 رپيا
47. هُن مونکي چِڏي ڏنو (نظم) ايوب گل مُلھ: 150 رپيا
48. ويچار- "ادبي تنقيد ۽ اپياس" ممتاز مھر مُلھ: 200 رپيا
49. عڪران مان مليل مسودو (ناول) پائلو ڪوئلھو مُلھ: 140 رپيا

**ترت پڌرا ٿيندڙ ڪتاب**

1. اتھاس جا آواز (ٽيون ڇاپو) چونڊ ۽ سنڌيڪار: انعام شيخ
2. تھذيبن جي بڻ بڻياد جي ڳولا: مائيڪل ووڊ
3. درد هڪ پيار جو (شاهڪار مليالم ناول) سنڌيڪار: سنڌري اُتم چنداڻي
4. ڪٺ پتليءَ جو ناچ (شاهڪار بنگالي ناول) سنڌيڪار: لڪمي ڪلاڻي
5. ستين آسمان جا فرشتا (ڪھاڻيون) ماڻڪ ڪنگراڻي
6. نمي دانم (ناول) عمر قاضي

**لک پڙهم لاءِ**

C-4, Sachal Goth, Gulshan-e-Iqbal, Karachi. SINDH.
Ph # 021-34690389 Cell # 0346-2103811
E-mail:naon_niapo@yahoo.com

# اڪيلائيءَ جو ڪئنواس

نثري نظم

رحمت پيرزادو



پابند شاعريءَ جي ٻن خوبصورت مجموعن: ”ڪليسا جي دريءَ مان“، ”خمار گيت چانڊني“ ۽ نثري نظمن جي غير معمولي مجموعي ’ڪينڊل لائيٽ‘ کان پوءِ نوجوان شاعر رحمت الله پيرزادي جو هي شاعراڻو چوٿون ۽ نثري نظمن جو ٻيو ڪتاب آهي. رحمت جتي غزل، نظم ۽ ٻين پابند صنفن تي ڪمال قدرت رکي ٿو، اُتي هو نثري نظم جهڙي انتهائي مشڪل ۽ پيچيده صنف جو به دانشور تخليقي شاعر آهي. سندس ڪافي نظم ادب جي عالمي فڪري ڌارائن جي به نمائندگي ڪن ٿا، اگر انهن کي ٻين ٻولين ۾ ترجمو ڪجي ته سنڌي شاعريءَ ڏي يڪسانيت ۽ فڪري محدوديت جي الزامن واريون کڄندڙ آڱريون هيٺ جُهڪي وينديون. زندگي ۽ شاعريءَ کي دائمي قدرن سان ماڻڻ جو ڏنءُ مون رحمت پيرزادي کان سِکيو آهي. رحمت منهنجي دوستيءَ جو استعارو به آهي، جنهن منهنجي هيڪل وياڪل روح کي محبت جي روشنيءَ سان منور ڪري ڇڏيو آهي.

حبدار سولنگي

# پڙهندڙ نسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ "لُڙهندڙ نسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙ، ياڙي، ڪاڙُهو، ياڃوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪـري ٿو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهو بہِ ڪُـوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُسـت ۽ پڙهندڙ يا وِڙهـنـدڙ ۽ پڙهـنـدڙ بـہ ٿـي سـگهـن ٿـا. ٻيـن لفظن ۾ پَـنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَـم ڪـار سَـهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پـر ممڪـن آهـي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـٻِئـي جي مـدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪـنـدا ۽ غيرتجـارتـي -non commercial رهنـدا. پَـنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَمـلَ مـان ڪـو بـہ مـالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪـئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهـائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪـم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي همٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽجاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)